# التحریر المقبول فی اخبار اولادِ الرسول

صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم




محمد رسول اللہ صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم


مصنف:
خطیبِ اہلِ سنت مبلغِ ملت
حضرت علامہ مولانا الحاج محمد ادریس طاہری بخشی نقشبندی مدظلہ العالی


www.maktabah.org

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# التحریر المقبول
## فی
# اخبار اولاد الرسول

صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم


مصنف:

خطیب اہلِ سنت مبلغ ملّت

حضرت علامہ مولانا الحاج محمد ادریس طاہری بخشی نقشبندی مد ظلہ العالی



ناشر:

ادارہ خدمۃ القرآن والسنہ

مدرسہ جامعہ محمدیہ۔ شاہپور جہانیاں

ضلع نوابشاہ سندھ۔



www.maktabah.org

مصنف جا حق ۽ واسطا محفوظ


نالو ڪتاب ـــــــــــ التحرير المقبول
في
اخبار اولاد الرسول ﷺ

مصنف ـــــــــــ حضرت علامه الحاج محمد ادريس ڈاهري

تاريخ اشاعت ـــــــــــ محرم ١٤٢٠ هجري
مئي 1999ع

ناشر ۽ ملڻ جو هنڌ ـــــــــــ اداره خدمة القرآن والسنه
مدرسہ جامعہ محمديه شاهپور جهانيان
ضلع نوابشاهه سنڌ

ڇپيندڙ ـــــــــــ سيد رفيق احمد هاشمي
پرنٽنگ ماسٽرس
عقب رابعہ اسڪوائر حيدرچوڪ
گاڏي کاتو حيدرآباد

ڪمپوزنگ ـــــــــــ اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر
1186-لطيف آباد يونٽ نمبر 4- حيدرآباد

هديو ـــــــــــ ٧٥ رپيا.


www.maktabah.org

# تقريظ

## مناظر اهل سنت حضرت علامه ومولانا قبله الحاج مفتي عبدالرحيم سڪندري مدظله العالي

ڪتاب "التحرير المقبول في اخبار اولاد الرسول" اهڙي اهم موضوع تي لکيو ويو آهي، جنهن جي ڄاڻ جي هن دور ۾ هرهڪ مسلمان کي اشد ضرورت آهي. هر مسلمان جو جيئن هي ديني فرض آهي ته پنهنجي پياري ۽ محبوب نبي صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جي سيرت پاڪ کان واقف هجي، اهڙي طرح مسلمان لاءِ ان ذات گرامي جي اولاد امجاد جي حالات کان چڱي طرح واقف ٿيڻ لاءِ ديني ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ به ضروري آهي جو اهو به سيرت پاڪ جو ئي حصو آهي. ان ضرورت کي مدنظر رکي، اسان جي محترم ۽ پياري خطيب اهل سنت ومفسر قرآن، علامه الحاج محمد ادريس ڏاهري نقشبندي "بلبل باغ مدينه" مدظله العالي جن قلم کڻي، هي ڪتاب لکي اسان جي ديرينه خواهش کي پورو فرمائي، سڀني مسلمانن تي وڏو احسان فرمايو آهي. پياري پيغمبر، هادي هر دوسرا، صلّی الله تعالیٰ عليه وسلم جي پاڪ اولاد

www.maktabah.org

(جن جي صفت ۽ ساراهہ قرآن مجيد ۽ حديث مبارڪ ۾ ليبي ٿي) جي سوانح ۽ حالات زندگي متعلق (سنڌي ٻولي ۾) هي پهريون ڪتاب لاجواب آهي، جيڪو مدلل ۽ محققانہ انداز ۾ لکيو ويو آهي.

محبوب ڪريم صلى الله تعاليٰ عليه وسلم جو احسان تہ پوري ڪائنات تي آهي جن پوري دنيا ۾ اسلام جو جهنڊو بلند فرمايو. شرڪ ۽ بت پرستي جي پاڙ پٽي مخلوق کي هن فاني دنيا ۽ دائمي آخرت جي لاءِ نيڪ عملن ڪرڻ جي تعليم ڏنائون، جن پنهنجي خلق عظيم، عقلي برتري ۽ عزم وارادہ جي پختگي سان دنيا ۾ ڌاڪ ڄمائي ڏيکاري، پر خصوصي احسان علماءِ حق تي آهي. جيڪي سنڌن ديني ۽ علمي ورثي جا صحيح وارث آهن. انهن علماءِ حق مان ترجمان اهل سنت حضرت مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري "بلبل مدينہ" جن جي ذات گرامي ڪنهن تعارف جي محتاج نہ آهي. سائين مولانا صاحب جن پنهنجو تعارف پاڻ آهن. جيئن سنڌن تقريرن ۽ لاجواب ارشادن، عوام الناس ۾ بيداري، عملن ۾ اخلاص ۽ عقيدن ۾ پختگي پيدا ڪئي آهي تہ ان سان گڏ اسان جي محبوب خطيب ۽ لاثاني مصنف جو قلم بہ روز وشب حرڪت ۾ آهي. ڪافي سارا ڪتاب لکي ڇپرايا اٿن، جن مان قرآن مجيد جو

www.maktabah.org

تفسير (احسن البيان في تفسير القرآن) بيحد مقبول ۽ سرفهرست آهي، جيڪو اجان مڪمل نہ ٿيو آهي. الله تعالىٰ پنهنجي حبيب جي صدقي اهو عظيم ڪم سندن هٿان جلد پايئہ تڪميل تي پهچرائي- آمين

## زيرنظر ڪتاب جي باري ۾:

حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جي پاڪ اولاد امجاد جي زندگي مبارڪ جا واقعات، جيڪي سيرت ۽ تاريخ جي مختلف ڪتابن ۾ منتشر هيا، انهن کي ترتيب ڏئي هن ڪتاب ۾ هڪ هنڌ گڏ ڪيو ويو آهي. هن ۾ محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جي اولاد شريف، خصوصاً سندن نياڻين جي عظيم الشان ديني ڪارنامن، اسلام قبول ڪرڻ ۽ اسلام قبول ڪرڻ کان بعد ڪافرن جا مٿن مظالم ٿيڻ ۽ انهن جو مصيبتن کي خنده پيشاني ۽ حوصلہ سان برداشت ڪرڻ کي نهايت رقت انگيز انداز ۾ تحرير ڪيو ويو آهيٰ.

اهڙو جامع ڪتاب لکڻ آسان ڪم نہ هيو، پر حضرت مولانا ڏاهري صاحب مدظله جن پنهنجي وسيع مطالعہ، رات ڏينهن جي محنت، سيرت النبي صلى الله عليہ وسلم سان وابستہ تمام ڪتابن کي نظر ۾ رکي،

www.maktabah.org

تاريخ ۽ مخالفن جي معتبر ۽ امهات الڪتب مان اهم ۽
معتبر ڳالهيون چونڊي، هن ڪتاب کي مڪمل فرمايو
آهي. هن ڪتاب ۾ (بعض انصاف پسند ۽ بعض معاند
۽ خودغرض) شيعه عالمن جي ڪتابن مان استفادو
ڪيو ويو آهي ته جيئن مخالفن کي سندن ئي هٿيار سان
شڪست ڏيڻ واري اصول تحت لاجواب ڪيو وڃي. هن
ڪتاب ۾ مولانا صاحب جن، مختلف اٿاريل اعتراضن
جا اهڙا پيارا جواب ڏنا آهن جو انهن جي پڙهڻ سان
انصاف پسند، اميد ته راهه راست تي اچي ويندو، پر
متعصب ضدي هميشه لاءِ وري اهڙو اعتراض ڪونه
ڪندو. هيٺ هڪ ٻن جوابن جو مختصر تذڪرو ڪجي
ٿو ته جيئن اڳتي هلي پڙهندڙ کي هن ڪتاب جي مطالعه
مان لطف اچي ۽ حضرت مولانا صاحب جن جي مخالف
سان سخت گرفت ۽ حاضرجوابي کي ڏسي، سندن
علمي بصيرت جو اندازو لڳائي سگهي جيئن هڪ هنڌ
لکن ٿا:

١- جاهل چوندا آهن ته حضور اڪرم صلي الله
تعالىٰ عليه وسلم جون چار نياڻيون تسليم ڪرڻ سندن
توهين ۽ ڪين گار ڏيڻ جي مترادف آهي. انهن لاءِ هي
جواب مناسب آهي ته حقيقت ۽ حق کي تسليم ڪرڻ
سان نه توهين ٿيندي نه گار ايندي. صرف عقل جي

www.maktabah.org

ڪوتاهي سبب متيون اعتراض گھڙيو ويو آهي. جڏهن
ته سني شيعه پنهنجي معتبر ڪتابن ۾ هن ڳالهه تي
متفق نظر اچن ٿا ته حضرت حبيب ڪريم صلی الله
تعالیٰ عليه وسلم کي چار (۴) حقيقي نياڻيون هيون.
پوءِ جيڪي محبوب نبي، پياري آقا صلی الله تعالیٰ
عليه وسلم جي حقيقي ۽ پاڪ نياڻين کي سندن اولاد
نٿا مڃين ۽ معاذالله انهن کي ٻين جو اولاد ٿا چون،
حقيقت ۾ گاريون ته اهي ٿا ڏين. پوءِ اهي ڪهڙا
مسلمان چئبا؟!

ڇا آل نبيءِ لاءِ اها گار نه آهي جو انهن کي ٻين
جو اولاد چئجي؟! پوءِ آل نبي کي گاريون ڏيندڙ مسلمان
ٿي سگھي ٿو؟" سوچيو انصاف سان سوچيو!!

هڪ اعتراض جو عالمانه جواب هن طرح لکن ٿا:

۲- چيو ويندو آهي ته جيڪڏهن نبي ڪريم
صلی الله تعالیٰ عليه وسلم کي چار نياڻيون هجن ها ته
مباهله واري موقعي تي جيئن حضرت فاطمه رضي الله
تعالیٰ عنها کي پاڻ سان وٺي ويا هيا ته باقي نياڻين کي
به وٺي وڃن ٿا. نه وٺي وڃڻ مان ثابت آهي ته ڪين هڪ
نياڻي هئي. ان جو هي جواب آهي ته شيعن پنهنجن
معتبر ڪتابن ۾ مباهله جو سن (۹- يا ۱۰هه) لکيو
آهي ۽ ثابت آهي ته ٽئي نياڻيون (حضرت زينب،

www.maktabah.org

حضرت رقيہ، حضرت ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنهن) مباهلہ واري وقت کان اڳ ۾ فوت ٿي چڪيون هيون تہ پوءِ انهن کي ڪٿان وٺي اچجي ها؟!

اهڙا ڪافي سارا پيارا جواب، هن لاجواب ڪتاب ۾ اوهان کي نظر ايندا، جن مان حضرتِ مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري مدظلہ العالي جن جي علمي بصيرت، حاضرد ماغي، خداداد صلاحيت ۽ وسيع مطالعہ جي چڱي طرح خبر پوي ٿي.

٣- حضور اڪرم صلى الله تعاليٰ عليہ وسلم جي چئن نياڻين هجڻ لاءِ قرآن مجيد مان ثبوت پيش ڪندي علمي استدلال ذريعي اهل سنت وجماعت جي معتبر تفسيرن مان تہ حوالا ڏنا اٿن پر ان سان گڏ شيعن جي معتبر تفسيرن مان بہ پنهنجي موقف جي تائيد لاءِ حوالا آڻي، پنهنجي مسلڪ کي ايترو تہ مضبوط انداز ۾ لکيو اٿن جو ان جي ترديد لاءِ ڪنهن بہ مخالف کي آئنده قلم ڪڻڻ جي جرئت ڪانہ ٿيندي. گويا دليلن ۽ حوالن جا انبار لڳائي ڇڏيا اٿن. پوءِ مخالف ڪهڙن ڪهڙن دليلن کي رد ڪندا؟

٤- حضرت نبي ڪريم صلى الله تعاليٰ عليہ وسلم جي باقي ٽن نياڻين (حضرتِ فاطمة الزهراءکان سواءِ) جي ثبوت لاءِ شيعن جي ئي ڪتابن مان ثبوت

www.maktabah.org

پيش فرمائيندي تفسير مجمع البيان جو حوالو ڏنو اٿن.
شيعو عالم لکي ٿو:
ڪان يجوز ايضا في مجدا الاسلام وقد.زوج النبي صلى الله عليه وسلم بنته من ابي العاص بن الربيع قبل ان يسلم ثم نسخ ذالک ص١٨٤ جلد٥
اسلام جي ابتدا ۾ به مؤمن عورت جو ڪافر سان نڪاح جائز هيو جو نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پنهنجي نياڻي (حضرت زينب) ابوالعاص بن ربيع کي اسلام آڻڻ کان اڳ ۾ پرڻائي ڏني هئي. پوءِ اهو حڪم منسوخ ڪيو ويو.
جنهن مان حضرت بي بي زينب رضي الله عنها جو، حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جي ڌيءُ هجڻ جو ثبوت ملي ٿو.
٥- ان کان پوءِ وري ٻن نياڻين حضرت بي بي رقيه ۽ بي بي ام ڪلثوم رضي الله تعالىٰ عنهما جو ثبوت هن روايت مان پيش ڪيو اٿن ته جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهه الڪريم وٽ مدينه منوره جا ماڻهو آيا ته اوهان حضرت امير عثمان ذوالنورين رضي الله تعالىٰ عنه کي چئو ته ماڻهن کي راضي ڪري ۽ سندن شڪايتون دور ڪري. ان دوران حضرت علي ڪرم الله وجهه الڪريم، حضرت عثمان رضي الله عنه کي هي لفظ فرمايا هيا:

www.maktabah.org

انت اقرب الىٰ رسول الله صلي الله عليه وسلم وشيجة رحم منهما وقد نلت من صهره مالم ينالا (نهج البلاغه مترجم ص٧٠٤)

توهان رسول الله ﷺ سان، خانداني قرابت جي ڪري حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر کان زياده ويجها به آهيو ۽ اوهان کي سندن داماد (نائي) هجڻ جو اهڙو شرف حاصل آهي جيڪو انهن ٻنهي کي حاصل نه هيو. ان جي حاشيه ۾ شيعو عالم لکي ٿو:

اما افضليته عليهما في الصهر فلانه تزوج ببنتي رسول الله صلي الله عليه وسلم توفيت الاوليٰ فزوجه النبي بالثانية ولذا سمي ذوالنورين (نهج البلاغه ص٦٨- جلد ٢ مطبوعه بيروت)

انهن ٻنهي (حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنهما) تي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي هن ڳالهه ۾ فضيلت حاصل آهي جو پاڻ نبي سائين جا نائي آهن. جو سندن ٻه نياڻيون حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي نڪاح ۾ اچي چڪيون هيون. هڪڙي وفات ڪري وئي ته ڪين نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن ٻي پرڻائي ڏني هئي. ان جي ڪري کين ذوالنورين (ٻن نورن جو صاحب) سڏيو ويو آهي.

www.maktabah.org

اهي اهڙا حقائق آهن جن کي ڪوبہ شيعو عالم ڪوڙو نٿــو چئي سگھي. باقي جاهل جو الله واهي آهي. شـال انهن کي بہ هدايت نصـيب ٿـئي. آمين- ان کـان عــلاوه هن ڪتــاب جي اندر اوهان کي وســيع معلومات ملندي، جيڪا شايد تہ اڳ ۾ گهٽ جي نظر کان ڪانہ گذري هوندي.

آءٌ صرف برڪت حـاصل ڪرڻ لاءِ حـضرت نبي ڪريم صلى الله تعــالىٰ علہ وسلم جا چند فــرمــان مبارڪ هت نقل ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريان ٿو.

١- عن ابن عــباس: اوحي الله ربي عــزوجل ان زوج ڪريمتيڪ من عثمان رقية وام ڪلثوم- الفردوس ص١۴٦ جلد١

حـضـرت عــبدالله بن عــباس رضي الله تعــالىٰ عنهما کان روايت آهي تہ (نبي ڪريم صلي الله تعالىٰ عليہ وسلم جن فرمايو) منهنجي رب عزوجل مون کي وحي ذريعي حڪم فرمايو تہ (حضرت) عثمان (رضي الله تعــالىٰ عنہ) کي پنهنجون ٻئي پيــاربون نيــاڻيــون حضرت رقيہ ۽ حضرت ام ڪلثوم (يڪي بعد ديگري) پرڻاءِ.

٢- ٻي روايت ۾ اچي ٿــو: حــضــرت ابوهريره رضي الله عنہ فرمائين ٿا: حضرت بي بي رقيہ رضي الله

www.maktabah.org

تعـالىٰ عنهـا جيـكـا نبي كريم صلى الله تعالىٰ عليـ وسلم جن جي پيو نمبر نياڻي هئي ۽ حضرت عثمان رضي الله تعـالىٰ عنہ جي زوجه محـتـرمـہ هئي، ان جو جڏهن وصال ٿيو تہ ان جي قبر شريف تي حضرت نبي كريم صلى الله تعالىٰ عليـه وسلم ويـٺـا هـيـا. پاڻ ان وقت هيئن فرمائي رهيا هئا:

فلو كن عـشـرا لزوجـتـهـن عـثـمـان ومـا زوجته الا بوحي من السماء (طبراني كبير ص۴۳۷ جلد۲۲)

جيـكـڏهن مـون كي ڏهہ نيـاڻيـون بہ هجن ها تہ انهن جي (هڪ ٻئي پويان) عثمان سان شادي كرايان ها. بي بي رقيہ كي بہ مون عثمان سان، الله تعالىٰ جي وحي جي حكم سان شادي كرائي هئي.

ٻي روايت ۾ لكيـو آهي تہ مـسـجـد نـبـوي جي دروازي تي حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ سان نبي كريم صلى الله تعـالىٰ عليـہ وسلم مليـا، پاڻ كيس فرمايائون:

يا عثمان هذا جبريل يخبرني ان الله عزوجل قد زوجک ام كلثوم عليٰ مـثـل صداق رقـيـة وعليٰ مـثـل صحبتها (طبراني كبير ص۴۳۷- جلد۲۲)

اي عـثـمـان! هي جبرئيل ٻيٺو آهي. جيكو مون كي ٻڌائي رهيو آهي تہ الله تعاليٰ رقيہ واري مهر جيتري

مهر ۽ ان سان صحبت ۽ محبت جي صلہ ۾ توسان (منهنجي بي نياڻي) ام ڪلثوم جي شاديءَ ڪي مقدر ڪري ڇڏيو آهي..

مٿين ٽنهي حديثن مان ثابت ٿيو تہ حضرت بيبي رقيہ ۽ حضرت بي بي ام ڪلثوم رضي الله تعالىٰ عنهما نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جون پاڪ نياڻيون آهن، جن جو انڪار ڪرڻ بدبختي جي علامت ۽ محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم کي ايذاءَ ڏيڻ جي مترادف آهي. حضور صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم کي ايذائيندڙ لاءِ قرآن مجيد ۾ هي سزا مقرر آهي:

"اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللهُ فِى الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا"(١)

بيشڪ جيڪي شخص الله ۽ ان جي رسول کي ايذائين ٿا، انهن تي الله، دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت ڪئي آهي ۽ انهن لاءِ خواريءَ وارو عذاب تيار ڪري ڇڏيو اٿس. شيعن جي مشهور معروف مسائل ۽ دعائن جي ڪتاب "تحفة العوام" ۾ حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعالىٰ عنہ کان هڪ دعا نقل ٿيل آهي تہ اها رمضان المبارڪ ۾ روزانو ۽ سڄي سال جي هر جمعہ

(١) سورة الاحزاب آيت ٥٠

www.maktabah.org

تي پڙهڻ گهرجي. دعا ڏکهي آهي هت ان جا فقط اهي الفاظ نقل ڪجن ٿا، جن جو هن موضوع سان تعلق آهي:

اللهم صل عليٰ رقية بنت نبيک والعن من اذيٰ نبيک فيها- اللهم صل عليٰ ام کلثوم بنت نبيک والعن من آذيٰ نبيک فيها- (تحفة العوام مقبول مستند ص۱۵۱ ناشر شيعه بڪ ايجنسي لاهور)

يا الله بي بي رقيه جيڪا تنهنجي نبيءَ جي نياڻي آهي، ان تي رحمت نازل فرماءِ ۽ جنهن بي بي رقيه کي ايذائي تنهنجي نبيءَ کي رنجايو ان تي لعنت موڪل. يا الله بي بي، ام ڪلثوم جيڪا تنهنجي نبيءَ جي نياڻي آهي،ان تي رحمت نازل فرماءِ ۽ جنهن بي بي ام ڪلثوم کي ايذائي تنهنجي نبيءَ کي رنجايو ان تي به لعنت موڪل.

ان دعا جي مفهوم کي سمجهڻ لاءِ مختصر گذارش عرض اهي ته اوهان اڳتي هلي پڙهندا، حضرت بي بي رقيه ۽ بي بي ام ڪلثوم ٻنهي نياڻين جو پهريون رشتو عتبه ۽ عتيبه سان ٿيو هو، جيڪي ٻئي ڀائر، ابولهب جا پٽ هيا. ابولهب جڏهن حضرت نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جي بي ادبي ڪئي هئي ته ان جي مذمت ۾ سورت (تبت يدا ابي لهب) پوري نازل ٿي.

جنهن تي ابولهب ۽ سندس زال ام جميل بنت حرب پنهنجن پٽن عتبه ۽ عتيبه کي مجبور ڪيو ته اوهان (حضرت) محمد (صلى الله عليه وسلم) جي ٻنهي نياڻين کي طلاق ڏيئي ڇڏيو جيئن ڪيس صدمو پهچي. عتبه ۽ عتيبه مجبور ٿي طلاقون ڏئي ڇڏيون، جنهن سبب محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو پريشان ۽ رنج ٿيڻ هڪ فطري عمل هو. حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه ان ڳالهه ڏانهن اشارو ڪندي، اهڙي دعا ڏسين ٿا جنهن جا هي لفظ آهن ته جيڪو شخص نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جي حقيقي نياڻين حضرت بي بي رقيه ۽ حضرت بي بي ام ڪلثوم کي ايذاءُ ڏئي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم کي رنجائي ٿو، اهو لعنت جو حقدار آهي.

مسلمانو! غور ڪريو، جيڪو مسلمان سڏائڻ وارو شخص محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جي حقيقي ۽ صلبي نياڻين لاءِ مورڳو انڪار ڪري ۽ چوي ته معاذالله اهي ڪنهن ٻئي جون ڌيئر هيون، ڇا اهو قرآن مجيد جي مٿين آيت ۽ حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعالىٰ عنه جي فرمان مطابق لعنتي نه آهي؟

هي اهڙا حقائق آهن جن کي جاڻڻ لاءِ مستند ۽

مدلل ڪتاب جي اشد ضرورت هئي. الله تعاليٰ خضري حياتي عطا فرمائي اسان جي محترم ومڪرم علامہ شهير وفهامہ عديم النظير حضرت الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري مدظله العالي ومتعنا الله تعاليٰ بطول بقائه کي، جن نهايت محنت ۽ عرق ريزي سان، محققانہ انداز ۾ هي پيارو ڪتاب لکي سيني مسلمانن تي احسان فرمايو آهي. اميد تي ڪجي تہ هن جي پڙهڻ سان تمام شڪوڪ ۽ شبهات جي پاڙ پٽجي ويندي ۽ حق روز روشن وانگر ظاهر ٿي پوندو.

فجزاه الله عنا وعن سائر المؤمنين- وشكرالله سعيه كما صوب رايه وهو الهادي الیٰ صراط مستقيم- وصلي الله تعاليٰ عليٰ خير خلقه سيدنا محمد النبي الرشيد وعليٰ آله واصحابه المبشرين بنعيم الجنان والتخليد

انا الفقير عبدالرحيم سڪندري

مهتمم مدرسہ صبغة الهديٰ
شاہ پور چاڪر- ضلع سانگهڙ
١- شعبان المعظم ١٤١٦ھ
مطابق ٢٤ ڊسمبر ١٩٩٥ع


RAZ LIBRARY

www.maktabah.org

# مضمونن جي فهرست



www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

اَلحَمدُ لِلّٰهِ رَبِّ العَالَمِينَ وَالصَّلواةُ وَالسَّلَامُ عَلىٰ سَيِّدِ المُرسَلِينَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ اَجمَعِينَ - امابعد!

جيئن اسلامي ملڪن ۾ پيا اختلافي مسئلا زور شور سان هلي رهيا آهن تيئن سيدنارسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي پاڪ نياڻين جو موضوع ته چار آهن يا هڪ وڏي زور شور سان زيربحث رهي ٿو.

اسان سنت جماعت وارن جو قرآن پاڪ جي آيت، نبوي فرمانن، نسب جي علم جي ماهرن، سيرت نگارن ۽ تاريخدانن جي لکت موجب تحقيق ۽ عقيدو اهو آهي ته سندن صلبي، حقيقي ۽ سڳيون نياڻيون چار آهن ۽ انهن جي چئن هجڻ ۾ ڪوبه اختلاف ناهي جيڪڏهن اختلاف آهي ته حضور عليه الصلواة والسلام جن جي فرزندن جي تعداد ۾ ڪي ٽي فرزند ٿا چون ته ڪي چار ته ڪي ٻه. (والله اعلم) مگر نياڻين پيارين جي تعداد ۾ ڪوبه اختلاف ناهي. پر جڏهن ته موجوده دور جا شيعا ان ڳالهه کي گهٽي اهميت ڏئي جاهلن ماڻهن جا عقيدا خراب ڪندا ٿا وتن ۽ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي صلبي، سڳين ۽ حقيقي نياڻين کي غيرڏانهن نسبت ٿا ڪن (جيڪو سخت گناهه بلڪ ڪفر آهي.) الله تعالىٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي ته "اُدْعُوْهُمْ لِاٰبَاءِهِمْ هُوَ اَقْسَطُ عِنْدَاللهِ" (١) يعني

(١) سورة الاحزاب آيت ٥

www.maktabah.org

انهن (پٽيلن) کي سندن پيئرن ڏي نسبت ڪري سڏيو.
اهو الله تعالىٰ وٽ وڌيڪ انصاف وارو آهي. اهو فرمان
ان جي لاءِ آيو ته پرائي نسل کي پنهنجو نه سڏيو ۽ هڪ
جي اولاد کي ٻئي ڏانهن منسوب نه ڪيو، ڇوته ائين
ڪرڻ سان نسب ۾ منجهه پيدا ٿيندي. اهو حڪم صرف
مردن لاءِ ناهي پر ان ۾ مرد عورتون سڀ شامل آهن.

حضور عليه الصلواة والسلام جن جي حديثن ۾
به هڪ پيءُ جي نسل کي ٻئي ڏانهن نسبت ڪرڻ جي
سخت منع آيل آهي. بلڪ ان نسبت تي راضي رهڻ
واري تي جنت حرام آهي. هڪ حديث پاڪ ۾ آهي ته
سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام جن فرمايو: "مَنِ
ادَّعىٰ اِلىٰ غَيْرِ اَبِيْهِ وَهُوَ يَعْلَمُ اَنَّهٗ غَيْرُ اَبِيْهِ فَالْجَنَّةُ عَلَيْهِ
حَرَامٌ" (١) يعني جنهن پنهنجي پنهنجي پيءُ کان سواءِ
ڪنهن ٻئي ڏانهن نسبت ڪئي حالانڪ اهو ڄاڻي به ٿو
(ته اهو ان جو پيءُ ناهي) ته پوءِ ان تي بهشت حرام آهي.

ٻيءَ حديث ۾ آهي ته "فَعَلَيْهِ لَعْنَةُ اللهِ
اَلْمُتَتَابِعَةُ اِلىٰ يَوْمِ الْقِيٰمَةِ" (٢) يعني پرائي پيءُ جي
پٽ سڏائڻ واري تي قيامت تائين لاڳيتي الله جي لعنت
آهي. ٽئينءَ حديث ۾ آهي ته ائين ڪرڻ وارو ڪفر ڪري

(١) سنن ابي داؤد ص٣٥٠ ج٢
(٢) تفسير مظهري ص٣٠٧ ج٧

www.maktabah.org

رهيو آهي. (١)

۽ اهوئي سبب هو جو حضور عليه الصلواة والسلام جن پنهنجي پٽيلي زيد بن حارثه رضي الله عنه کي زيد بن محمد(صلى الله عليه وسلم) سڏرائڻ کان روڪيو هو- حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور عليه الصلواة والسلام جن فرمايوته پنهنجن نسبن جي ڄاڻ رکو تانته مائٽيون ڳنڍيو بيشڪ مائٽي ڳنڍڻ مال ۾ واڌاري جو سبب ۽ گهٽو وقت اثر رکڻ جو ذريعو آهي. (٢) ان آيت ڪريمه ۽ انهن حديثن تي غور ڪرڻ سان ثابت ٿيوته جيڪڏهن سيده فاطمه کان سواءِ سڀ ٻيون ڀينرون حضور صلى الله عليه وسلم جن جون حقيقي نياڻيون نه هجن ها ته حضور عليه السلام جن پاڻ انهن کي سندن اصلي پيئرن ڏانهن نسبت ڪري سڏين ها ۽ ٻين کي به حڪم ڪن ها. پوءِ ڪين نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جو اولاد نه سڏڻ وارا حضور عليه الصلواة والسلام جن جي نياڻين کي ٻين جو نسل سڏڻ وارا ڪهڙو منهن ڪٺي مسلمان سڏائين ٿا. ڇا اها نبي پاڪ عليه السلام جن کي گار نه آهي؟ ڇا حضور عليه السلام کي گاريون ڏيڻ وارو مسلمان آهي؟ مسلمانو!

---

(١) تفسير القرطبي ص١٢١ جلد ١٤ روح المعاني ص١٤٩ جلد٧ جزءِ ٢١ (٢) ترمذي شريف ص١٩ ج٢

www.maktabah.org

ذرا سوچيو.

تڏهن مون گنهگار ارادو ڪيو ته حضور عليه الصلواة والسلام جي سموري اولاد، پٽن ۽ نياڻين جو احوال لکان ۽ ڇئن نياڻين جي ثبوت جا دلائل به پيش ڪيان تانته قلب سليم وارا، ڇئني نياڻين جي ثبوت تي عقيدو رکي، سندن سيرت پاڪ پڙهي پاڻ، سندن پٽ ۽ نياڻيون ته صالح ٿين پر پين کي به سڌارين. الحمد لله ڪتاب پورو لکجي ويو آهي جنهن جو نالو "التحرير المقبول في اخبار اولاد الرسول ( صلي الله عليه وسلم) (رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي اولاد جي احوال ۾ مقبول لکت) رکيو ويو جنهن ۾ اول ڇئن نياڻين جو ثبوت، ان کان پوءِ ٽن فرزندن جو بيان، ان کان پوءِ ڇئني نياڻين جو احوال لکيو ويو آهي. والحمد لله عليٰ توفيقه

الفقير محمد ادريس عفي عنہ




www.maktabah.org

## قرآن ڪريم مان ثبوت

الله تعالىٰ جو پاڪ ارشاد آهي "يَآاَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِاَزْوَاجِكَ وَبَنَاتِكَ وَنِسَآءِ الْمُؤْمِنِيْنَ" الاية (١) يعني اي نبي! صلى الله عليه وسلم پنهنجين گهروارين ۽ پنهنجين نياڻين ۽ مومن جي عورتن کي فرماءِ.

هن آيت جو لفظي ترجمو ڪندي شيعن جي مشهور مترجم مقبول دهلويءَ لکيو آهي ته: اے نبي! اپني ازواج سے اور اپني بيٹيون سے اور اهل ايمان کي عورتون سے يہ کهدو (٢)

اردو زبان سمجهڻ وارا مسلمانو! مترجم صاحب "بنات" جو ترجمو "بيٹيون" ڪري اعتراف ڪيو ته سرورِ ڪائنات مفخر موجودات صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جون نياڻيون هڪ کان وڌيڪ آهن جن کي "بنات" جمع جي صيغي سان بيان ڪيو ويو آهي.انهيءَ آيت ۾ ٻيا صيغا ازواج ۽ نساء به آيل آهن جن مان مراد به هڪ کان مٿي آهن ازواج معنىٰ زالون، نساء معنىٰ عورتون، بنات انهن ٻنهي جي وچ ۾ ۽ عربي گرامر (نحو) جي لحاظ سان معطوف آهي ته پوءِ ٻن جمع جي صيغن مان مراد جمع ۽ وچ ۾ آيل هڪ جمع جي

(١) سورة الاحزاب آيت ٥٩

(٢) ترجمه مقبول ص.٥١٠ مطبوعه لاهور

www.maktabah.org

صيغي مان مراد هڪ نياڻي وٺڻ ڪتان جي عقلمندي ۽ علميت آهي؟ ڇا ائين ڪو چوندو تہ محبوب معظم، نورمجسم صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن جي گهروارين مان مراد بہ هڪ آهي ۽ مومنن جي عورتن مان مراد بہ هڪ آهي. جڏهن اتي هڪ گهرواري يا مومنن جي عورتن مان هڪ عورت مراد وٺڻ بالڪل غلط آهي تہ حضور پرنور عليہ الصلواة والسلام جن جي نياڻين واري لفظ "بنات" مان هڪ مراد وٺڻ بہ سراسر ظلم ۽ ناانصافي آهي.

## سوال

مذڪوره آيت ۾ آيل لفظ "بنات" واقعي جمع جو صيغو آهي پر ان مان مراد هڪ نياڻي آهي ۽ جمع تعظيم لاءِ آهي جيئن ڪنهن معزز ۽ وڏي ماڻهوءَ کي چوندا آهن تہ سائين جن، يا حضرت صاحب جن وغيرهما الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ فرمايو آهي "اِنَّا نَحۡنُ نَزَّلۡنَا الذِّكۡرَ وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوۡنَ" (١) يعني اسان ئي ذڪر (قرآن پاڪ) کي نازل ڪيو آهي ۽ اسين ان جي حفاظت ڪندڙ آ هيون هن آيت ۾ اِنَّا- نَحۡنُ- نَزَّلۡنَا- حَافِظُوۡنَ- چار صيغا جمع جا آهن پر انهن سڀني مان مراد الله جل شانه آهي جيئن الله هڪ آهي پر اهي جمع جا صيغا

(١) سورة الحجر آيت ٩

www.maktabah.org

تعظيم لاءِ آيل آهن تيئن حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي نياڻي بہ هڪ آهي ۽ بنات جمع جو صيغو تعظيم لاءِ آيل آهي.

## الجواب والله الملهم للحق والصواب

روشن هجي تہ هن آيت ۾ آيل جمع جي صيغن مان مراد هڪ الله ان جي ڪري آهي جو هتي جمع جي معنىٰ مراد وٺڻ ناممڪن آهي قرآن پاڪ جي ٻين ڪيترين آيتن مان ثابت آهي تہ الله تعالىٰ هڪ آهي، جيڪي بہ انبياء سڳورا عليهم الصلواة والسلام دنيا تي آيا سيني عقلي ۽ نقلي دليلن، حجتن ۽ معجزن ظاهر ڪرڻ سان اعلان ڪيو تہ الله تعالىٰ هڪ آهي ۽ سليم عقل جو فيصلو بہ اهو آهي تہ الله تعالىٰ هڪ آهي. رهيو "بنات" جي لفظ مان هڪ نياڻي مراد وٺڻ سو بلڪل غلط آهي نہ تہ قرآن پاڪ جي ٻي آيت ٿي ٻڌائي تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي نياڻي هڪ آهي ۽ نہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن جو پنهنجو ارشاد آهي تہ منهنجي نياڻي هڪ آهي ۽ نہ اصحابن ۽ امامن جو صحيح سند سان قول آهي تہ محبوب ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن جي نياڻي هڪ آهي نہ سيرت ۽ تاريخ جي مستند ڪتابن لکيو آهي تہ سندن

www.maktabah.org

نياڻي هڪ آهي. ان جي ڪري قرآن پاڪ جي مذڪوره آيت جي لفظ "بنات" مان جمع جي معنىٰ ڇڏي هڪ نياڻي مراد وٺڻ قرآن مقدس جي تحريف جي برابر آهي. شيعا صاحب ڪوڙن ۽ ٻتاڪن هٽڻ کان سواءِ قيامت تائين ڪا به آيت يا صحيح حديث پيش ڪري نه سگهندا جنهن ۾ حبيب پياري جي پيارين ٽن نياڻين جي نفي آيل هجي. "وَاِنْ لَّمْ تَفْعَلُوْا وَلَنْ تَفْعَلُوْا فَاتَّقُوا النَّارَ" الاية (١) (۽ جيڪڏهن نه ٿا ڪيو ۽ ڪري به نه سگهندؤ ته پوءِ (جهنم جي) باهه کان ڊڄو.

## سوال

هتي "بنات" جي لفظ مان مراد مجازاً حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي امت جون نياڻيون آهن سندن حقيقي، نسبي نياڻيون ناهن ڇوته اها هڪ آهي.

## الجواب والله الهادي الي الصدق والصواب

هر جاءِ تي مجازاً جي لفظ کي ڪنيو ٿا اچو. ذرا الله تعالىٰ کان ڊڄندي سوچي ۽ سمجهي صحيح فيصلو ڏيو. علمِ معاني، بلاغت ۽ فصاحت جي ماهرن کان مخفي ناهي ته مجازي معنيٰ اتي مراد وٺبي آهي جتي حقيقي معنيٰ مراد وٺڻ محال، ناممڪن يا گهٽ ۾ گهٽ مشڪل ۽ متعذر هوندي آهي پر جتي حقيقي ۽ اصلي

(١) سورة البقره آيت ٢۴

www.maktabah.org

معنىٰ وٺڻ ۾ ڪابہ قباحت يا رڪاوٽ ناهي اتي حقيقي معنىٰ ڇڏڻ نهايت نااهلي، بي علمي ۽ جهالت آهي جيڪا ڪڏهن بہ جائز ناهي.

مذڪوره آيت سورة الاحزاب جي آهي جيڪا هجرت جي پنجين سال ۾ نازل ٿي هئي ۽ ان وقت رحمة للعالمين صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن جون چارئي نياڻيون زنده هيون تہ پوءِ حقيقي معنيٰ ڇڏڻ لاءِ ڪهڙو جواز آهي؟

## سوال

شيعا چون ٿا تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي حقيقي، نسبي، نياڻي هڪ سيده خاتون جنت سائڻ هئي ٻيون ٽي سندن اڳ ڄاڻيون ۽ نيپاڄ هيون؟

## جواب

ان چوڻ جو ڪوبہ تاريخ يا سيرت جي معتبر ڪتابن ۾ ثبوت ناهي. سيده فاطمہ وانگر سيده زينب، سيده رقيہ، سيده ام ڪلثوم رضي الله عنهن بہ حضرت بيبي خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جون حضور عليہ الصلواة والسلام جن مان نياڻيون هيون ۽ سائڻ سندن ماءُ هئي ان ۾ ڪو بہ اختلاف ناهي. هاڻي ڏسو تہ سائڻ حضور صلى الله عليہ وسلم جن کان اڳ ۾ ڪيتريون شاديون

www.maktabah.org

ڪيون هيون ۽ انهن مان ڪيس ڪهڙو اولاد ٿيو هو.

حضرت علامه شيخ الحديث عبدالحق دهلوي رحمة الله عليه لکيو آهي ته: سيده خديجه رضي الله عنها حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جن کان اڳ ٻه شاديون ڪيون هيون. سندس پهريون مڙس ابوهاله هيو جنهن جو نالو مالڪ ۽ هڪ قول مطابق زراره ۽ هڪ قول موافق هند هيو، جنهن مان سائڻ کي ٻه پٽ ڄاوا هيا. ١- هڪ جو نالو هند ۽ ٻئي جو نالو هاله رکيو هيائون. ان کان پوءِ سيده جو نڪاح عتيق بن عايذ مخزوميءَ سان ٿيو هو جنهن مان کيس هڪ ڌيءُ ڄائي هئي. ان جو نالو به هند رکيو هيائون ۽ عربن ۾ هند پٽ ۽ ڌيءُ ٻنهي لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. (١) علامه موصوف جي تحقيق مان ثابت ٿيو ته سيده خديجه رضي الله عنها کي ٻنهي پهرين مڙسن مان ٽئي نياڻيون سيده زينب، سيده رقيه، سيده ام ڪلثوم رضي الله عنهن نه هيون نتيجو اهو نڪتو ته حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام جن مان هيون. علامه احمد بن علي بن حجر عسقلاني الاصابه ۾ ۽ علامه ابن عبدالبر قرطبي الاستيعاب ۾ به سائڻ جي ٻنهي پهرين ۽ اڳين مڙسن جي اولاد ۾ ٽنهي نياڻين جو ذڪر نه ڪيو آهي. (٢)

(١) مدارج النبوة ٧٩٧ ج٢

(٢) الاصابة ص٢٨١ ج۴ الاستيعاب ص٢٨٠ ج۴

www.maktabah.org

## سوال

جيڪڏهن حضور صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جون نياڻيون چار هيون ته حضرت فاطمه زهراءِ رضي الله عنها کان سواءِ ٻين جا نالا خطبي ۾ ڇو نه ٿا ورتا وڃن؟

## الجواب والله المؤيد للحق والصواب

واه، واه، سوال ته عجيب آهي نه سوچ ٿا رکو نه سمجهه. اهڙن سوالن سان صفا اڻ پڙهيلن ماڻهن کي منجهائي سگهو ٿا سمجهدار ماڻهو پاڻ اوهان کان سوال ڪندو ته خطبي ۾ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي پٽن جا نالا نه آهن ته ڇا (معاذالله ثم معاذالله) اهي سندن پٽ نه ڇوندؤ؟ پوءِ جيئن خطبه ۾ پٽن جي نالن نه وٺڻ جي ڪري انهن جي پٽ هجڻ ۾ ڪو شڪ ناهي تيئن خطبه ۾ ٽن نياڻين پيارين جي نالي نه وٺڻ جي ڪري انهن جي حضور عليه الصلوٰة والسلام جي نياڻين هجڻ ۾ به ڪو شڪ ناهي. خطبه ۾ صرف شان جي بلنديءَ ڪي نظر ۾ رکندي اصحابن پيارن مان خلفاءِ راشدين ۽ حبيبن ڪريمن صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي ڇئن نياڻين مان سيده فاطمه رضي الله عنها جو ذڪر ڪيو ويندو آهي.

www.maktabah.org

## سوال

جيڪڏهن اوهان جي تحقيق مطابق حضور پرنور عليہ الصلواة والسلام جن جون پيون نياڻيون بہ هيون تہ نصارن سان مباهلي ڪرڻ وقت جيئن سيده فاطمہ رضي الله عنها کي حضور عليہ الصلواة والسلام جن ميدان ۾ وٺي هلڻ لاءِ گهرايو هو تيئن انهن ٽن کي ڇونہ گهرايائون؟

## الجواب والله المعين والمرجو للاجر والثواب .

جاڻڻ گهرجي تہ مباهلي جو واقعو سنہ ۹ هجريءَ ۾ پيش آيو هو. جڏهن نجران جي نصارن رسول الله صلی الله عليه وسلم جن ۽ سندن پيارن اصحابن رضي الله عنهم سان ضد ڪري سندن بهترين دلائل ۽ قوي حجتن کي بہ نہ مڃيو تڏهن الله تعاليٰ سورة آلعمران جي آيت ٦١ نازل ڪري ارشاد فرمايو "فَمَنْ حَآجَّكَ فِيْهِ مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَكَ مِنَ الْعِلْمِ فَقُلْ تَعَالَوْا نَدْعُ اَبْنَآءَنَا وَاَبْنَآءَكُمْ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ ثُمَّ نَبْتَهِلْ فَنَجْعَلْ لَّعْنَتَ اللّٰهِ عَلَى الْكٰذِبِيْنَ" مطلب تہ اي محبوب عليہ الصلواة والسلام! اوهان وٽ يقين واري علم اچڻ کان پوءِ بہ جيڪڏهن ڪو اوهان سان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي متعلق بحث ڪري تہ انهن کي (مباهلي جي دعوت

www.maktabah.org

ڏيندي) فرمايو تہ: اي عيسائيو! اچو تہ اسين پنهنجن پٽن ۽ اوهان جن پٽن ۽ پنهنجين عورتن ۽ اوهان جي عورتن ۽ پنهنجن سرن ۽ اوهان جي سرن کي سڏيون ان کان پوءِ مباهلو (زاريءَ سان دعا) کندي ڪوڙن تي لعنت ڪيون. مقصد تہ جيڪي ڪوڙا هوندا اهي عذاب سان هلاڪ ٿي ويندا. نصارن اهو مباهلي وارو چئلينج قبول نہ ڪيو ۽ جزيو ڏيڻ جو وعدو ڪري ويا مباهلو ٿيو ئي ڪونہ. پر حضور عليہ الصلواة والسلام جن مباهلي جي لاءِ تياري ڪئي هئي ۽ ان ۾ پاڻ سان گڏ وٺي هلڻ جي لاءِ ڪنهن کي گهرايو هيائون اُن ۾ ٽي روايتون آهن. ١- هڪ روايت آهي تہ ان موقعي تي مباهلي ۾ وٺي هلڻ جي لاءِ حضورپرنور صلي الله عليہ وسلم جن حضرت حسن، حضرت حسين، حضرت علي ۽ حضرت بيبي فاطمہ رضي الله عنهم وعنها کي گهرايو هو ۽ اهائي روايت شيعا ڪنيو پيا گهمائين تہ نبي ڪريم، رؤف رحيم صلي الله عليہ وسلم جن جي نياٽي هڪ هئي پيون هجن ها تہ مباهلي وقت ميدان ۾ هلڻ لاءِ گهرايون وڃن ها.

ان روايت مطابق جواب ۾ عرض آهي سيده فاطمہ جو هجڻ روايت ۾ آهي آيت ۾ ناهي ان جي ڪري استدلال بالآية نہ پر بالرواية آهي جنهن جي لاءِ اڳتي بحث اچي رهيو آهي ۽ آيت ۾ بنات جو لفظ تہ

www.maktabah.org

آهي ئي ڪونہ جو چئجي تہ نياڻين کي سڏڻ ضروري هو ۽ ٻيون ڇونہ آيون مطلق عورتن کي سڏڻ لاءِ "نِسَآءَنَا" ۽ پٽن کي سڏڻ لاءِ "اَبْنَآءَنَا" جو لفظ آيل آهي. باقي مٿين روايت تي جيڪڏهن زور ڏيوتہ ان لاءِ جواب هي آهي تہ مباهلي جو واقعو شيعن وٽ سنہ ٩ يا سنہ ١٠ هجريءَ ۾ پيش آيو هو. جيئن سندن ڪتابن تلخيص الشافي، فصل في ان امير المؤمنين عليہ السلام افضل الصحابة ۾ لکيل آهي (١) ۽ سنين ۽ شيعن ٻنهي ڌرين جي ڪتابن ۾ اها ڳالهہ لکيل آهي تہ حضرت بيبي رقيہ ٻئي سن هجريءَ ۾ بدر جي جنگ وقت وفات ڪئي هئي ۽ حضرت بيبي زينب سنہ ٨ هجريءَ ۾ ۽ حضرت بيبي ام ڪلثوم شعبان مهيني سنہ ٩ هجريءَ ۾ وفات ڪئي، جيئن اڳتي انشاءالله تعالىٰ سندن سوانح حيات ۾ ايندو. پوءِ جڏهن اهي دنيا مان رحلت ڪري ويون هيون ۽ مباهلي جي وقت موجود نہ هيون تہ ڪيئن اچن ها ۽ اها ڳالهہ بہ روشن رهي تہ هڪ روايت ۾ ڪنهن جو ذڪر هجڻ ٻين جي نہ هجڻ جو دليل ناهي جيئن دنيا جو تسليم ٿيل قانون آهي تہ عدم ذڪر الشيءِ لا يستلزم عدم وجوده يعني ڪنهن شيءِ جو ذڪر نہ ڪرڻ ان جي نہ هجڻ جو دليل ناهي. حضرت امام جعفر

(١) تلخيص الشافي پراڻو ڇاپو ص٣٨٣ نئون ڇاپو ص٧ ج٣

www.maktabah.org

صادق پنهنجي پياري پيءُ امام محمد باقر کان ۽ ان پنهنجي والد ماجد حضرت امام زين العابدين رضي الله عنهم کان هن آيت جي تفسير ۾ روايت آندي آهي تہ: فجاءَ بابي بکر وولده وبعمر وولده وبعثمان وولده وبعلي وولده (١) يعني مباهلي جي آيت نازل ٿيڻ وقت رسول الله صلی الله تعالیٰ عليہ وسلم جن ابوبکر، عمر، عثمان، علي رضي الله عنهم کي سندن اولاد سميت گهرايو هو ۽ علامہ علي بن برهان الدين حلبي حضرت عمر رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ ان حبيب اکرم صلی الله عليہ وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪري پڇيو تہ يارسول الله (صلی الله عليہ وسلم) جيڪڏهن اوهان انهن نجران جي نصارن سان مباهلو ڪيو ها تہ ڪنهن، ڪنهن کي هٿن مان وٺي ڪيو ها؟ پاڻ فرمايائون تہ: علي، فاطمہ، حسن، حسين، عائشہ ۽ حفصه (رضي الله عنهم وعنهن) کي هٿن مان وٺان ها. (٢) مٿين ٻنهي روايتن مان ثابت ٿيو تہ مباهلي واري ميدان لاءِ انهن سڀني کي آڻايو ويو هو باقي صرف هڪ روايت تي ضد ڪري ٻيهڻ ۽ الله تعالیٰ جي سچي ۽ آخري پيغمبر عليہ الصلواة والسلام جن جي ٻن حقيقي، نسبي ۽ سڳين

(١) تفسير الدر المنثور ص٤٠ جلد٢ تفسير روح المعاني تحت هذه الاية ص١٩٠ جزءِ٣، تفسير فتح القدير ص٣٤٨ جلد١
(٢) سيرت حلبيہ ص ٢٤٠ جلد٣

www.maktabah.org

نياڻين جو انڪار ڪرڻ الحاد، بي ديني، ضد ۽ هٺ ڌرمي ناهي ته پيو ڇا آهي؟ ديندار ماڻهو سيني روايتن کي تسليم ڪن ٿا.

## قرآن جي مفسرن جي تحقيق

قرآن پاڪ جي هن آيت "يَاأَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِأَزْوَاجِكَ وَبَنَاتِكَ وَنِسَاءِ الْمُؤْمِنِينَ" جي تفسير ۾ مفسرن به لکيو آهي ته سندن حقيقي، صلبي، سڳيون نياڻيون چار هيون. علامه محمد بن احمد انصاري لکيو آهي ته سيده خديجه رضي الله عنها کي حضور عليه الصلواة والسلام جن مان چار نياڻيون ڄايون هيون. ١- فاطمه زهراءؓ ٢- زينب ٣- رقيه ٤- ام ڪلثوم رضي الله تعالىٰ عنهن (١) لاثاني مفسر شهاب الدين آلوسي بغدادي عليه الرحمة ته کولي کولي لکيو آهي ته وفي الاية رد عليٰ من زعم من الشيعة انه عليه الصلواة والسلام لم يکن له من البنات الا فاطمة صلى الله تعالىٰ علىٰ ابيها وعليها وسلم واما رقية وام کلثوم فربيبتاه عليه الصلواة والسلام (٢) يعني هن آيت ۾ انهن شيعن جو رد آهي جيڪي چوندا آهن ته رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم جن کي نياڻي صرف فاطمه هئي باقي رقيه، ام

(١) تفسير القرطبي ص٠٢٤ جلد٤

(٢) تفسير روح المعاني ص٠٩ جلد٨

www.maktabah.org

كلثوم (۽ زينب) رضي الله عنهن سندن نيپاج هيون.
عالم اجل محقق ۽ متصوف علامہ محمد اسماعيل حقي عليہ الرحمة لکيو آهي تہ: اربعا صلبية ولدتها خديجة وهي زينب ورقية وام كلثوم وفاطمة رضي الله عنهن متن في حياته عليه الصلواة والسلام الا فاطمة فانها عاشت بعده ستة اشهر (١) يعني نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن جون چار سڳيون، حقيقي نياڻيون هيون جيڪي سيده خديجہ رضي الله عنها ڄڻيون هيون ۽ فاطمہ کان سواءِ ٽئي حضور عليہ الصلواة السلام جن جي ظاهري حياتيءَ ۾ وفات ڪري ويون هيون. باقي فاطمہ رضي الله عنها سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي رحلت کان پوءِ ڇهہ (٦) مهينا جيئري رهي.

نهايت اعلىٰ مفسر، محدث ۽ مؤرخ علامہ اسماعيل دمشقي عليہ الرحمة لکيو آهي تہ: وكان له صلى الله تعالىٰ عليه وسلم من خديجة اربع بنات زينب ورقية وام كلثوم وفاطمة رضي الله عنهن فمات في حياته عليه السلام ثلاث وتاخرت فاطمة رضي الله تعالىٰ عنها حتىٰ اصيبت به صلى الله عليه وسلم ثم

(١) روح البيان ص٠٢٧ جلد٧

www.maktabah.org

مات بعده لستة اشهر (١) يعني نبيڪريم ﷺ جن
جون سيده خديجه رضي الله عنها مان چار نياڻيون هيون.
زينب، رقيه، ام ڪلثوم ۽ فاطمه رضي الله تعالىٰ عنهن
پوءِ ڀهربون ٿي تہ سندن ظاهري حياتيءَ ۾ ئي وفات
ڪري ويون باقي رهي فاطمہ سائڻ رضي الله عنها اها
زنده رهي تانجو سندن دنيا تان ظاهري رحلت ڪرڻ جو
صدمو بہ سنائين ۽ ڪائنش ڇهه (٦) مهينا پوءِ وفات ڪيائين.

## سني ڀائرو! متوجه ٿيو

قرآن پاڪ جي آيت ۽ ان جي تفسيرن مان هيءَ
ڳالهہ سج وانگر روشن آهي تہ حبيب پاڪ، صاحب
لولاڪ، سياح افلاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن
جون نياڻيون چار آهن ۽ انهن جو منڪر قرآن ڪريم جو
منڪر آهي. اوهان ڪڏهن سوچيو بہ نہ تہ ڪا سندن
نياڻي صرف هڪ آهي اهو وهم ڪرڻ بہ قرآن پاڪ جي
انڪار جو مترادف آهي.

انهن تفسيرن جي حوالن ڪي ڏسي متان ڪو
شيعو چوي تہ اهي تہ اوهان جا تفسير آهن ان جي ڪري
سندن جا بہ بہ حوالا ڏجن ٿا تانتہ سندن وات تي لغام
اچي يا الله تعالىٰ گهرين تہ قرآن پاڪ جي آيت جي صريح
لفظ تي ايمان آڻي مڃين تہ واقعي چار نياڻيون هيون.

(١) تفسير ابن ڪثير ص٤٩٣ مطبوعه مصر ج٣

www.maktabah.org

## شيعن جي تفسير جا حوالا

شيعي عالم شيخ ابوعلي الفضل بن طبرسي لکيو آهي تہ وقد زوج النبي صلی الله عليه وسلم بنته من ابی العاص بن الربيع (١) يعني نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن پنهنجي نياڻي ابوالعاص بن ربيع کي پرڻائي ڏني. هن عبارت جي لفظ بنته (پنهنجي نياڻي) مان ثابت ٿيوتہ حضرت بيبي زينب رضي الله عنها حبيب پاڪ صلی الله عليه وسلم جن جي سڳي نياڻي هئي.

انهيءَ ساڳئي مفسر ٻيءَ جاءِ تي لکيو آهي تہ: حبش ڏانهن لکي هجرت ڪرڻ وارا ٻارهن مرد ۽ چار عورتون هيون وهم عثمان ابن عفان وامرأته رقية بنت رسول الله صلي الله تعالیٰ عليه وسلم (٢) ۽ اهي حضرت عثمان بن عفان ۽ ان جي گهرواري رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جي نياڻي رقية رضي الله عنهما ۽ ٻيا هيا.

## چئن نياڻين جي ثبوت ۾ محدثن، علم نسب جي ماهر عالمن ۽ سيرت جي محققن جا ارشاد

علامہ نورالدين علي بن ابي بکر هيتمي محدث عليه الرحمة حديث جي فن ۾ لکيل پنهنجي ڪتاب

---

(١) تفسير مجمع البيان ص٨۴ جلد٥

(٢) تفسير مجمع البيان ص٢٣٣ جلد٣

www.maktabah.org

مجمع الزوائد "باب في اولاد رسول الله صلى الله عليه وسلم" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما ۽ زبير بن بڪار ڪان روايت آڻي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي ڇهني نياڻين جو ذڪر ڪيو آهي. (١)

ٽين صديءَ جي پراڻي عالم ۽ علم نسب جي ماهر مصعب زبيري المتوفي سنہ ٢٣٦هہ پنهنجي مشهور ۽ معروف ڪتاب "نسب قريش" ۾ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي اولاد اطهار جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ: واما خديجة بنت خويلد فولدت لرسول الله صلى الله عليه وسلم القاسم وكان يقال له الطاهر والطيب ولد بعد النبوة ومات صغيرا واسمه عبدالله وفاطمة وزينب وام كلثوم ورقية (٢) يعني سيده خديجه بنت خويلد رضي الله عنها سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن مان هڪ قاسم پٽ ڄڻيو جنهن کي طاهر چيو ويندو هو ۽ ٻيو طيب جيڪو نبوت جي اظهار کان پوءِ ڄائو ۽ ننڍي هوندي ئي وفات ڪري ويو ان جو نالو عبدالله هو. ۽ چار نياڻيون فاطمه، زينب، رقيہ ۽ ام ڪلثوم. رضي الله عنهن

نسب جي علم جي ماهر ابوجعفر بغدادي

(١) مجمع الزوائد ص٢١٧ جزءُ ٩

(٢) ڪتاب نسب قريش ص٢٣١ تحت ولد اسد بن عبدالعزيٰ

www.maktabah.org

المتوفي سنہ ٢٤٥ھ لکيو آهي تہ : فولدت للنبي صلى الله عليه وسلم القاسم وزينب وام كلثوم وفاطمة وعبدالله وهو الطيب اسم واحد (١) يعني سيده خديجہ نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن مان هڪ پٽ حضرت قاسم ۽ نياڻيون حضرت بيبي زينب، حضرت بيبي ام ڪلثوم، حضرت بيبي فاطمہ ۽ پٽ عبدالله جڻيو ۽ اهوئي طيب بہ آهي. هڪ نالو آهي. هن عبارت ۾ ڪتاب جي نقل ڪندڙ يا ڪاتب کان حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي هڪ نياڻي رقيہ جو نالو رهجي ويو آهي پر مصنف موصوف هيٺ مقام تي چارئي نالا ذڪر ڪيا آهن. (٢)

علامہ ابن قتيبه دينوري المتوفي سنہ ٢٧٦ لکيو آهي تہ: حضور عليہ الصلواة والسلام جن کي خديجہ سائڻ مان هڪ پٽ حضرت قاسم ڄائو ۽ پاڻ ان جي نالي ڏي منسوب ٿي ابوالقاسم جي ڪنيت سان ذڪر ڪيا ويندا آهن ۽ پيا پٽ طيب ۽ طاهر ۽ نياڻيون فاطمه، زينب، رقيه ۽ ام ڪلثوم ڄايون هيون. (٣)

علامه احمد بن يحيى بلاذري المتوفي سنہ ٢٧٧

(١) ڪتاب المحبر تحت ذڪر ازواج النبي صلى الله عليه وسلم ص٧٩، مطبوعه دکن (٢) حوالو ساڳيو ص٤٠٦

(٣) ڪتاب المعارف لابن قتيبه ص٦١ تحت ذڪر اولاد النبي ﷺ

www.maktabah.org

ھہ لکيو آھي تہ: خديجہ مان رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو فرزند حضرت قاسم پيدا ٿيو، ان کان پوءِ سندن نياڻي سيده زينب جيڪا سندن نياڻين ۾ وڏي ھئي ۽ ان جو نڪاح ابوالعاص بن ربيع رضي الله عنه سان ٿيو جيڪو حضور صلى الله عليه وسلم جن جي خديجہ سائڻ مان چاول اولاد جو ماسات ھو چوتہ ان جي ماءُ ھالہ سيده خديجہ رضي الله عنھا جي ڀيڻ ھئي. سيده زينب کان پوءِ سيده رقيہ، ان کان پوءِ سيده ام ڪلثوم، ان کان پوءِ سيده فاطمه ڄايون. (رضي الله عنھن) (١) علامہ ابن حزم اندلسي المتوفي سنہ ٤٥٦ لکيو آھي تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جون نياڻيون، زينب ۽ اھا سيني کان وڏي ھئي ۽ ان کان پوءِ رقيہ ۽ ان کان پوءِ فاطمه ۽ ان کان پوءِ ام ڪلثوم ھيون. (٢)

علامہ ابن عبدالبر لکيو آھي تہ وولده من خديجة اربع بنات لاخلاف في ذالک - اکبرهن زينب بلاخلاف وبعدها ام کلثوم وقيل بل رقية وهو الاولىٰ لان رقية تزوجها عثمان قبل ومعها هاجر الىٰ ارض الحبشة ثم

---

(١) ڪتاب انساب الاشراف تحت ذكر ازواج رسول الله صلى الله عليه وسلم ٣٩٦- ٣٩٧ ۽ ص ٤٠ جزءُ اول

(٢) ڪتاب جمهرة انساب العرب ص١٦ تحت هذا نسب عبدالله بن عبدالمطلب

www.maktabah.org

تزوج بعدها وبعد وقعة بدر ام كلثوم (١) يعني رسول الله ﷺ جن جون سيده خديجه مان چار نياڻيون هيون جن ۾ ڪوبہ اختلاف ناهي انهن مان وڏي سيده زينب هئي. ان جي وڏي هجڻ ۾ بہ ڪو اختلاف ناهي. ان ڪان پوءِ ام ڪلثوم ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ رقيہ ۽ وڌيڪ صحيح قول بہ اهو آهي چوتہ حضرت عثمان اول شادي سيده رقيہ سان ڪئي هئي ۽ ان سان ئي گڏ حبش ڏانهن هجرت ڪئي هيائين ان ڪان پوءِ بدر جي جنگ ڪان پوءِ ام ڪلثوم سان پرڻيو هيو.

مشهور مؤرخ علامہ ابن الاثير لکيو آهي تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن کي سيده خديجه مان چار نياڻيون، زينب، رقيہ، ام ڪلثوم ۽ فاطمه رضي الله عنهن ڄايون هيون. (٢)

علامه ابن القيم حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي اولاد پاڪ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي اولهم القاسم وبه ڪان يڪني من زينب وقيل هي اسن من القاسم ثم رقية وام كلثوم وفاطمة (٣) يعني حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي اولاد مان پهريون قاسم

(١) الاستيعاب بهامش الاصابة ص٣٨ ج١
(٢) الكامل لابن الاثير ص٣٠٧ ج٢
(٣) زادالمعاد ص٤٠ ج١

www.maktabah.org

آهي ۽ ان ڪنيت سان پاڻ ابوالقاسم سڏيا ويندا هئا. ان ڪان پوءِ سيده زينب ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته اها حضرت قاسم کان به وڏي هئي ان ڪان پوءِ رقيه، ام ڪلثوم، فاطمه آهن. رضي الله عنهن-

علامه اسماعيل دمشقي عليه الرحمة سيدنا حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي ان فرمايو ته رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي اولاد مان سيني کان وڏو حضرت قاسم هو. ان کان پوءِ سندن چار نياڻيون آهن. (١) مشهور، معروف تاريخدان، تاريخ نويس علامه ابن جرير طبري عليه الرحمة سيده خديجة رضي الله عنها جي ذڪر ۾ لکيو آهي ته: حضرت خديجه حضور عليه الصلواة والسلام جن جي پاڪ ذات مان سندن فرزندن حضرت قاسم، حضرت طيب، طاهر، حضرت عبدالله کان سواءِ چار نياڻيون به ڄڻيون هيون. (٢) صحيح بخاري شريف جي شارح علامه احمد قسطلاني عليه الرحمة لکيو آهي ته: واربع بنات زينب ورقية وام كلثوم وفاطمة (٣) رضي الله عنهن يعني نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن

(١) البداية والنهاية ص٣٠٧ جزء٥
(٢) تاريخ طبري ص١٧٥ جلد١
(٣) المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني ص١٩٣ ج٣

www.maktabah.org

جون چار نياڻيون هيون. زينب، رقيه، ام ڪلثوم ۽ فاطمه- رضي الله عنهن

برصغير هند، پاڪ جي ڪيترن ئي محدثن جو تسليم ٿيل محدث حضرت علامه شيخ عبدالحق محدث دهلوي عليه الرحمة لکيو آهي ته: حضور عليه الصلواة والسلام جن جي سيرت لکندڙن جو اتفاق آهي ته سندن ٻچا ڇهه (٦) آهن ۽ پٽ هڪ حضرت قاسم ٻيو حضرت ابراهيم- ۽ چار نياڻيون، سيده زينب، سيده رقيه، سيده ام ڪلثوم، سيده فاطمه (١) رضي الله تعالیٰ عنهن

مشهور مؤرخ ابوالحسن علي بن حسين مسعودي لکيو آهي ته: حضرت ابراهيم رضي الله عنه کان سواءِ باقي حضور عليه الصلواة والسلام جن جو سمورو اولاد سيده خديجة الڪبریٰ رضي الله عنها مان آهي انهن مان چار نياڻيون آهن زينب، رقيه، ام ڪلثوم فاطمه رضي الله عنهن وارضاهن (٢)

سيد مومن شبلنجي عليه الرحمة لکيو آهي ته: اصح قول اهو آهي ته رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جو اولاد ست (٧) آهن. ٽي (٣) پٽ ۽ چار

(١) مدارج النبوة ص٧٧٠ جلد٢

(٢) مروج الذهب ص٢٩٨ جلد٢

www.maktabah.org

(۴) نياڻيون. (١)

نهايت ئي برک محدث، صحيح بخاري شريف جهڙي اهم ڪتاب جي شارح علامہ بدرالدين عيني لکيو آهي تہ: سيده خديجہ رضي الله عنها حضور پرنور عليہ الصلواة والسلام جن مان هڪ پٽ حضرت قاسم ڄڻيو جنهن جي ڪري سندن ڪنيت ابوالقاسم آهي ۽ ٻيو پٽ الطيب ۽ چار نياڻيون زينب، رقيہ، ام ڪلثوم، فاطمه رضي الله عنهن ڄڻيون هيون. (٢)

حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام جن جي عاشق، ڪامل ولي، عارف بالله حضرت علامه يوسف نبهاني عليه الرحمة جن لکيو آهي: فالبنات اربع بلاخلاف والبنون ثلاثة على الصحيح (٣) يعني حبيب پاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جون نياڻيون چار آهن ان ۾ ڪوبہ اختلاف ناهي ۽ صحيح قول مطابق سندن فرزند ٽي آهن.

علامہ ابن هشام عليه الرحمة لکيو آهي:
فولدت لرسول الله صلى الله عليه وسلم ولده كله الا ابراهيم - القاسم وبه كان يكنىٰ صلى الله عليه وسلم

(١) نورالابصار ص۴٢
(٢) عمدة القاري شرح صحيح البخاري ص٣٠٢ جلد٢ جزء ۴ (٣) جواهر البحار ص١٩۴ ج١

www.maktabah.org

والطاهر والطيب وزينب ورقية وام كلثوم وفاطمة عليهم السلام(١) يعني سيده خديجه حضرت ابراهيم کان سواءِ باقي رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جو سمورو اولاد ڄڻيو هو. حضرت قاسم جنهن سان سندن ڪنيت ابوالقاسم مشهور آهي ۽ حضرت طاهر ۽ طيب، سيده زينب، سيده رقيہ، سيده ام ڪلثوم ۽ سيده فاطمه عليهم السلام.

مشهور مؤرخ ۽ نامياري محدث علامه علي بن حسن شافعي عليه الرحمة لکيو آهي تہ: حضور صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جون نياڻيون چار آهن. سيده زينب، سيده رقيه، سيده ام ڪلثوم ۽ سيده فاطمه، سلام الله وصلواته علیٰ ابيهن وامهن وعليهن (٢)

مشهور ۽ معروف محدث حاڪم نيشاپوريءَ پنهنجي ڪتاب المستدرڪ للحاڪم ۾ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي چئن نياڻين جو تفصيلي ذڪر ۽ احوال آندو آهي. (٣)

علامه ابن سعد عليه الرحمة لکيو آهي: ڪان

(١) سيرت ابن هشام ص٢٠٢ جلد ١
(٢) تاريخ ابن عساکر ص٢٩٣ ج١
(٣) المستدرڪ للحاڪم ص٤٢ کان ٤٩ تائين ۽ ص١٦١ جلد ٣

www.maktabah.org

اول من ولد لرسول الله صلى الله عليه وسلم بمكة قبل النبوة القاسم وبه كان يكنى ثم ولد له زينب، ثم رقية ثم فاطمة ثم ام كلثوم ثم ولد له في الاسلام عبدالله فسمي الطيب والطاهر وامهم جميعا خديجة بنت خويلد بن اسد (١) يعني رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي مکه ۾ نبوة جي اظهار کان اڳ ۾ قاسم ڄائو ۽ ان سان ئي سندن کنيو ابوالقاسم مشهور آهي ان کان پوءِ زينب، ان کان پوءِ رقيه، ان کان پوءِ فاطمه ان کان پوءِ ام کلثوم، ان کان پوءِ اسلام جي دعوت وقت عبدالله ڄائو جنهن کي طيب ۽ طاهر سڏيو ويو ۽ انهن سيني جي ماءُ خديجه بنت خويلد بن اسد آهي.

هي هيا قرآن پاڪ جي مفسرن، محدثن، علم نسب جي عالمن، سيرت جي موضوع تي لکندڙ محققن جا بيان جن مان هڪ بيان قلب سليم جي صاحب ۽ مجڻ واري مسلمان لاءِ ڪافي ۽ وافي آهي پرمخالف جي مٿان سندن ئي تلوار سان وار ڪرڻ تمام ڀلو هوندو آهي. چوندا آهن ته هميشه نانگ دشمن کان مارائجي جيڪڏهن نانگ مري پيو ته به الحمدلله ۽

(١) طبقات ابن سعد ص٨٥ ج١ قسم ١ ص٥٦ ج٨ تحت ذكر ازواج النبي صلى الله عليه وسلم

www.maktabah.org

جيڪڏهن دشمن مري تہ بہ الحمدلله ان جي ڪري هاڻي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي حقيقي، صلبي سڀني ۽ سچين نياڻين جو ثبوت شيعن جي معتبز ڪتابن مان لڪجي تو تانتہ يا اهي پنهنجن مذهبي پيشوائن جي لکت کي مڃي، مصطفيٰ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن جي نياڻين کي تسليم ڪري سچا مومن بنجن يا تہ پنهنجن اڳواڻن کي ڪوڙو چئي ڪين گندگار جو نشانو بنائين ۽ ڪين ناحق ۽ غلط سمجهن.

## شيعن جي ڪتابن مان چئن نياڻين جو ثبوت

چاڻ گهرجي تہ اهل السنت والجماعت جي مفسرن، محدثن، نسب جي علم جي عالمن، سيرت نگارن ۽ تاريخدانن وانگر شيعن جي مشهور مجتهدن، ۽ مؤرخن بہ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي چئن نياڻين کي تسليم ڪندي انهن جو ذڪر ڪيو آهي.

(١)

اول اول اهو ثبوت شيعن جي پهرين نمبر ڪتاب اصول ڪافي مان ڏجي ٿو. هي ڪتاب انهن جي نظر ۾ امام غائب امام مهدي جي اڳيان پيش ڪيو ويو هو ۽ ان فرمايو هو تہ "ڪاف لشيعتنا" (١) هي اسان جي

(١) مقدمه اصول ڪافي عربي ص٢٥ مطبوعه دارالڪتب الاسلاميه تهران- ايران

www.maktabah.org

شيعن لاءِ ڪافي آهي. ان ڪتاب جي مصنف محمد بن يعقوب ڪليني المتوفي ٣٢٨-٣٢٩هـ لکيو آهي ته: وتزوج خديجة وهو ابن بضع وعشرين سنة فولد له منها قبل مبعثه عليه السلام القاسم ورقية وام كلثوم وولد له بعد المبعث الطيب والطاهر وفاطمة عليها السلام (١)

يعني رسول الله صلى الله عليه وسلم جن خديجه رضي الله عنها سان شادي ڪئي ۽ پاڻ ان وقت تقريباً پنجويهن (٢٥) سالن جي عمر مبارڪ جا هيا پوءِ ان مان ڪين نبوت جي اظهار ڪان اڳ ۾ سيدنا قاسم، سيده رقيه، سيده زينب ۽ سيده ام ڪلثوم ڄاوا ۽ نبوت جي اظهار ڪان پوءِ سيدنا طيب، طاهر ۽ سيده فاطمه عليهن وعليهم السلام ڄاوا.

(٢)

فقه جعفريه جي دعوت ڏيڻ وارن، ٻارهن امامن جي نالن مبارڪن کي پنهنجي باطل نظريه لاءِ آڙ بنائڻ وارن لاءِ نهايت ئي اهم فرمان.

يعني حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه جو ارشاد نقل ڪندي شيعن جي مشهور مصنف شيخ صدوق ابن بابويه القمي لکيو آهي ته: عن

(١) اصول ڪافي ص٤٣٩ ج١ ڪتاب الحجة ابواب التاريخ باب مولد النبي صلى الله عليه وسلم ووفاته

www.maktabah.org

ابي عبدالله عليه السلام قال: ولد لرسول الله صلى الله عليه وسلم من خديجة القاسم والطاهر وهو عبدالله وام كلثوم ورقية وزينب وفاطمة وتزوج على ابن ابي طالب فاطمة (ع) وتزوج ابوالعاص بن الربيع وهو رجل من بني امية زينب وتزوج عثمان بن عفان ام كلثوم ومات ولم يدخل بها ولما ساروا الىٰ بدر زوجه رسول الله (ع) رقية (١) يعني حضرت امام جعفر صادق ﷺ فرمايو ته: سيده خديجه رضي الله عنها مان رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي حضرت قاسم، حضرت طاهر (جو اهوئي عبدالله آهي) حضرت بيبي ام کلثوم، حضرت بيبي رقيه، حضرت بيبي زينب، حضرت بيبي فاطمه عليهن وعليهم السلام ڄاوا هئا. حضرت علي سيده فاطمه سان شادي ڪئي ۽ بني اميه مان حضرت ابوالعاص بن ربيع سيده زينب سان شادي ڪئي ۽ حضرت عثمان بن عفان ام کلثوم سان شادي ڪئي ۽ جڏهن بدر جي جنگ لاءِ روانا ٿيا ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن حضرت عثمان کي سيده رقيه سان شادي ڪرائي.

## ضروري وضاحت

هنن عبارتن ۾ ڪنهن جو اڳ ۾ ڄمڻ ڪنهن جو پوءِ ڄمڻ ذڪر ڪيل آهي ۽ مقصد حاصل آهي

(١) كتاب الخصائل للشيخ الصدوق ص٣٧٥ باب السبعة

www.maktabah.org

يعني چئن نياڻين جو ثبوت. حضور عليه الصلواة والسلام جن پاڻ پنهنجين چئن نياڻين جو ذڪر فرمايو. جيئن

سائڳئي شيعن جي معروف مصنف ۽ عالم سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو فرمان نقل ڪري لکيو آهي ته پاڻ ڪريمن عليه الصلواة والسلام جن جو ارشاد عالي آهي: فَاِنَّ اللهَ تَبَارَکَ وَتَعَالىٰ بَارَکَ فِي الْوَلُوْدِ الْوَدُوْدِ وَاِنَّ خَدِيْجَةَ رَحِمَهَا اللهُ وَلَدَتْ مِنِّيْ طَاهِرًا وَّهُوَ عَبْدُاللهِ وَهُوَ الْمُطَهَّرُ وَوَلَدَتْ مِنِّي الْقَاسِمَ وَفَاطِمَةَ وَرُقِيَّةَ وَاُمَّ كَلْثُوْمٍ وَزَيْنَبَ (١) يعني الله تبارڪ وتعالىٰ ان عورت ۾ برڪت وڌي آهي جيڪا ٻار ڄڻيندڙ، مڙس سان محبت رکندڙ هوندي آهي ۽ خديجه تي الله تعالىٰ رحمت ڪري ان مون مان طاهر پٽ ڄڻيو ۽ اهو عبدالله ۽ مطهر آهي ۽ جنهن مون مان قاسم، فاطمه، رقيه، ام ڪلثوم ۽ زينب ڄڻيا.

## وضاحت

هن روايت جي لفظ "مِنِّيْ" (مون مان) اهي سڀ وهم ۽ غلط گمان بلڪ نسورا ڪوڙ ختم ڪري ڇڏيا ته سيده فاطمه رضي الله عنها کان سواءِ باقي ٽي نياڻيون حضور عليه الصلواة والسلام جن جون اڳ ڄايون، نيپاج هيون. ان کان وڌيڪ بيحيائي، بي ايماني

(١) كتاب الخصال للشيخ الصدوق ص٣٧٦ باب السبعة

www.maktabah.org

۽ سخت برائي ڪھڙي ھوندي جو الله تعالىٰ جو پيارو، محبوب، سچو ۽ آخري نبي عليه الصلواة والسلام فرمائي ته اهي مون مان آهن ۽ شيعو چوي ته نه. اوهان مان ناهن اهي ٻين جو نسل آهن. مسلمانو! چوتا گونگا، ٻوڙا ۽ انڌا رهو؟ ڇا حضور عليه الصلواة والسلام جن لاءِ اها گار نه آهي؟ ڇا اها انهن جي انسانيت، اسلام ۽ ايمان جي دعوىٰ سچي آهي؟ ڇا اوهان ۾ اجان مذهبي غيرت پيدا نه ٿي ٿئي؟

(۴)

سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو فرمان ته سندن نياڻي زينب رضي الله عنها حسنين ڪريمين جي ماسي ۽ حضور عليه السلام جن ۽ حسنين جي پوري ٽولي سان قيامت جي ڏينهن گڏ اٿندي ۽ انهن سيني پيارن سان گڏ جنت ۾ به داخل ٿيندي.

شيعن جي مذڪور عالم شيخ صدوق، ٻئي عالم عبدالله مامقانيءَ ۽ ٽئين عالم ابوعلي پنهنجن پنهنجن ڪتابن ۾ لکيو آهي ته سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن پنهنجيءَ مجلس ۾ حاضر ٿيندڙن اصحابن رضي الله عنهم کي مخاطب ٿي فرمايو: اَلَا اَدُلُّكُمْ عَلىٰ خَيْرِالنَّاسِ خَالًا وَخَالَةً؟ قَالُوْا بَلىٰ يَارَسُوْلَ اللهِ! قَالَ الْحَسَنُ وَالْحُسَيْنُ فَاِنَّ خَالَهُمَا الْقَاسِمُ بْنُ رَسُوْلِ اللهِ

www.maktabah.org

وخالتهمَا زينب بِنتَ رسُولِ اللهِ ثمَّ قالَ بِيَدِهِ هٰكذا يَحشُرنَا الله ثم قالَ اَللّٰهمَ انک تَعلَمُ اِنَ الحسَنَ في الجَنةِ وَالحُسيَن في الجنةِ وَجدّهُمـا في الجَنةِ وجدّتهُمـا في الجَنةِ وَاَبَاهُمـا في الجَنةِ وَاُمّهُما في الجَنةِ وَعَمّهُمَا في الجَنةِ وعمتهُمَا فِي الجنة وَخالهُمَـا فِي الجَنةِ وَخالتـهُـمَـا فِي الجَنةِ (١) يعني مـان اوهان کي اهڙا ماڻهو نہ ڏسيان؟ جيکي مامي ۽ ماسيءَ جي لحاظ سان ٻين ماڻهن کان ڀلا آهن. اصحابن عرض کيوتہ يارسول الله! هائو- (ٻڌايو) پاڻ فرمايائون تہ اهي حسن ۽ حسين آهن انهن جو مامو الله تعالیٰ جي رسول (عليہ الصلوات والتسليمات) جو فرزند قاسم آهي ۽ انهن جي ماسی الله تعالیٰ جي رسول (ﷺ) جي نياڻي زينب آهي ان کان پوءِ پنهنجي هٿ مبارک سان اشارو ڪندي فرمايائون تہ اسان کي قيامت جي ڏينهن الله تعالیٰ هيئن گڏ ڪري اٿاريندو. ان کان پوءِ الله تعالیٰ ڏانهن خطاب کي متوجهہ ڪري عرض ڪيائون تہ: اي الله! يقيناً تون ڄاڻين ٿو تہ حسن جنتي آهي، حسين جنتي آهي، انهن ٻنهي جو نانو (خود حضور عليہ السلام)

---

(١) ڪتاب الامالي للشيخ الصدوق ص٢٦٩ مجلس٦٧ طبع ايران قديم- تنقيح المقال لعبدالله مامقاني ص٧٩ آخر جلد٣ من فضل النساء تحت ذکر زينب بنت رسول الله ومنتهي المقال لابي علي ص٣٤٤ تحت ذکر زينب بنت رسول اللهﷺ

www.maktabah.org

جنتي آهي، انهن جي ناني (سيده خديجه) جنتياڻي آهي، انهن جو پيءُ (حضرت علي) جنتي آهي انهن جي ماءُ (سيده فاطمه) جنتياڻي آهي انهن جو چاچو (جعفر طيار) جنتي آهي، انهن جي پڦي (امهاني) جنتياڻي آهي انهن جو مامون جنتي آهي ۽ انهن جي ماسي جنتياڻي آهي.

## وضاحت

هن روايت مان هيٺيون ڳالهيون ثابت ٿيون ١- ته حضرت بيبي زينب حضور عليه الصلواة والسلام جن جي سڳي، حقيقي نياڻي آهي. ٢- ته اها قيامت جي ڏينهن حبيب خدا، سرور انبياء، صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ اٿندي. ٣- ته پنهنجي ابي، امان، ڀيڻ ۽ ڀاڻيجن سان گڏ بهشت ۾ داخل ٿيندي ۴- ته رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن اصحابن سڳورن جي اجتماع ۾ پاڻ انجو شان بيان فرمايو پوءِ اهو چوڻ بالكل غلط آهي ته انهن نياڻين جي شان ۾ ڪا به روايت آيل ناهي.

(٥)

## سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنه جو فرمان

جڏهن مدينه منوره ۾ حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه تي باغين حملو ڪيو ته سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه ساڻس مخاطب ٿي فرمايو

www.maktabah.org

"وَقَدْ نِلْتَ مِنْ صِهرِهِ مَالَمْ يَنَالَا"

(١) يعني اي حضرت عثمان! اوهان کي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي صهري هجڻ جو اهڙو شرف مليو جو حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما کي به اهو نه مليو هو. ان جو مطلب ۽ مراد بيان ڪندي نهج البلاغة جي حاشيه واري لکيو آهي ته واما افضليته عليهما في الصهر فلانه تزوج ببنتي رسول الله صلى الله تعالیٰ عليه وسلم توفيت الاولیٰ فزوجه النبي بالثانية ولذ اسمي ذا النورين (٢) يعني حضرت عثمان حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهم کان حضور جي نياٽي هجڻ جي لحاظ سان ان جي ڪري پلو آهي جو ان حضور عليه الصلواة والسلام جن جي ٻن نياڻين سان شادي ڪئي هئي هڪ وفات ڪري وئي ته نبي صلى الله تعالیٰ عليه وسلم جن ڪيس ٻي پرڻائي ان جي ڪري ذوالنورين (ٻن نورن جو صاحب) سڏيو ويو.

(٦)

ڪليني صاحب حضرت امام جعفر صادق سڳوري رضي الله عنه جو ٻيو فرمان نقل ڪيو آهي ته

(١) نهج البلاغة ص٦٨ مطبوعه بيروت جزءُ ٢

(٢) حوالو ساڳيو

www.maktabah.org

پاڻ فرمايائون: ”ما زوج رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم سائر بناته ولا تزوج شيئا من نسائه اكثر من اثنتي عشر اوقية ونش الاوقية اربعون والنش عشرون درهما“ (١) يعني سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پنهنجين سيني نياڻين جون ۽ پنهنجون شاديون ساڍن ٻارهن اوقين کان زياده مهر تي نہ ڪرايون ۽ نہ ڪيون. هڪ اوقيہ ۾ چاليہ (٤٠) درهم ۽ هڪ نش ۾ ويهہ (٢٠) درهم هوندا آهن. هن روايت ۾ بہ امام صاحب حبيب عليه الصلواة والسلام جي هڪ نياڻي نہ پر گهڻين نياڻين جو ذڪر فرمايو آهي.

(٧)

## حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام جن جو چئن نياڻين لاء ارشاد

شيعن جي وڏي ناميـاري مصنف ملا باقر مجلسي صاحب لکيو آهي تہ: سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو: خديجه اور خدا رحمت كند ازمن طاهر ومطهر بهم رسانيد كه او عبدالله بود وقاسم را آورد ورقيه وفاطمه وزينب هم

(١) الـ حروع من الكافي كتاب النكاح باب السنة فى المهور ص٣٧٦ ج٥

ازور سيد (١) يعني الله تعالىٰ خديجه تي رحمت ڪري جو مون مان طاهر ۽ مطهر ڄڻيائين ۽ اهو عبدالله هو ۽ قاسم کي ڄڻيائين ۽ رقيه ۽ فاطمه ۽ زينب به ڄڻي پيدا ڪيائين. ان ئي ملا باقر مجلسي صاحب ٻيءَ جاءِ تي صاف صاف ۽ کولي کولي لکيو آهي ته: دختران آن حضرت چهار نفر بودند وهمه از حضرت خديجه بوجود آمدند (٢) يعني حضرت حبيب عليه الصلواة والسلام جن جون نياڻيون چار هيون ۽ سڀئي حضرت خديجه رضي الله عنها مان وجود ۾ آيون هيون.

(٨)

شيعن جي مشهور مؤرخ احمد بن ابي يعقوب پنهنجي مشهور تاريخ ۾ لکيو آهي ته: جڏهن نبي اقدس صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن سيده خديجه بنت خويلد سان شادي ڪئي هئي ته ان وقت سندن عمر مبارڪ ٢٥ يا ٣٠ سال هئي ۽ سيده خديجه حضور پاڪ عليه الصلواة والسلام جن مان نبوت جي اظهار کان اڳ ۾ قاسم، رقيه، زينب ۽ ام ڪلثوم ڄڻيا هئا ۽ نبوت جي اظهار کان پوءِ عبدالله ۽ اهوئي طيب ۽ طاهر آهي ڇو ته اسلام جي اظهار جي دور ۾ ڄائو هو ۽ فاطمه (٣)

(١) حياة القلوب فارسي ص٧٧ جلد ٢
(٢) حيواة القلوب فارسي ص٧١٨ ج٢
(٣) تاريخ يعقوبي تحت تزويج خديجه ص٢٠ ج٢

www.maktabah.org

(۹)

شيعن جي مجتهد شيخ عباس قمي حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جو قول مبارڪ ذڪر ڪندي لکيو آهي ته: برائے رسول خدا صلی الله عليه وآله وسلم از خديجه متولد شدند طاهر وقاسم وفاطمه وام ڪلثوم ورقيه وزينب (۱) يعني حضور عليه الصلواة والسلام جن کي خديجه مان طاهر، قاسم، فاطمه، ام ڪلثوم، رقيه ۽ زينب ڄاوا هئا.

(۱۰)

شيعا فڪر جي علامه ابوجعفر طوسي لکيو آهي ته حضرت امام جعفر صادق سائينءَ جن جي طرفان ڏسيل دعا ۾ هي درود شريف لکيل آهي اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْقَاسِمِ وَالطَّاهِرِ ابْنَيْ نَبِيِّکَ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رُقَيَّةَ بِنْتِ نَبِيِّکَ وَالْعَنْ مَنْ آذَىٰ نَبِيَّکَ فِيْهَا اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى اُمِّ كُلْثُوْمٍ بِنْتِ نَبِيِّکَ وَالْعَنْ مَنْ آذٰى نَبِيَّکَ فِيْهَا (۲) يعني اي الله! پنهنجي نبي عليه الصلواة والسلام جي ٻن فرزندن (حضرت قاسم ۽ حضرت طاهر) تي رحمت

(۱) منتهي الآمال ص۱۰۸ جلد ۱ فصل هشتم دربيان احوال واولاد امجاد آنحضرت صلی الله عليه وسلم

(۲) تهذيب الاحكام ص۱۲۰ ج۳ باب الدعاء في كل يوم من شهر رمضان مطبوعه دارالكتب الاسلاميه تهران - ايران

www.maktabah.org

موڪل اي الله! پنهنجي نبي عليه الصلواة والسلام جي نياڻيءَ رقية تي رحمت موڪل ۽ جنهن ان جي باري ۾ تنهنجي نبي عليه الصلواة والسلام کي ايذايو ان تي لعنت ڪر. اي الله! پنهنجي نبي عليه الصلواة والسلام جي نياڻيءَ ام ڪلثوم تي رحمت ڪر ۽ جنهن ان جي باري ۾ تنهنجي نبي عليه الصلواة والسلام کي ايذايو ان تي لعنت ڪر.

راقم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض گذار آهي ته حضور عليه الصلواة والسلام جي پاڪ ذات کي تنهي نياڻين جي باري ۾ ايذائڻ وارا اهي آهن جيڪي سندن نياڻين کي سندن نسب ئي تسليم نه ٿا ڪن. اهي هن درود جي موجب دنيا ۽ آخرت ۾ ملعون آهن.

## سوال

مٿي لکيل قرآن پاڪ جي آيت ۽ ان جي تفسيرن، اهل سنت وجماعت جي محدثن، علم نسب جي ماهرن، سيرت جي لکندڙن معروف محققن، شيعن جي وڏن، وڏن مصنفن جي ڪتابن ۽ انهن ۾ ذڪر ڪيل حضور پرنور صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي فرمانن، حضرت علي المرتضىٰ ۽ حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنهما جي ارشادن جي هوندي شيعا

www.maktabah.org

تن پاڪدامنن سيده زينب، سيده رقيه، سيده ام ڪلثوم رضي الله عنهن جو انڪار ڇوٿا ڪن؟

## جواب

جيئن سج جڏهن اڀري دنيا کي چمڪائيندو آهي ته ان جو انڪار صرف ڇمڙو ڪندو آهي جنهن کي سج جي ڏسڻ واريون اکيون ناهن تيئن حضور عليه الصلواة والسلام جن جي چئن نياڻين جو ايترن قوي دليلن سان ثبوت هوندي به صرف اهي انڪار ڪندا آهن جن جو الله تعالیٰ ۽ ان جي پياري رسول مقبول صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جي فرمانن ۽ حضرت علي ۽ امام جعفر صادق رضي الله عنهما جي ارشادن تي اعتماد ناهي جن صرف مسلمانن کي ڀلائڻ ۽ گمراهه ڪرڻ جي لاءِ انهن پيارن جا نالا مبارڪ استعمال ڪيا آهن ۽ سندن طرفان انهن تن نياڻين کي نه مڃڻ جو سبب هڪ اهو به آهي جو انهن مان به حضور عليه الصلواة والسلام جن سيدنا عثمان بن عفان رضي الله عنه وعنهما کي پرڻائي ڏنيون هيون ۽ سيدنا عثمان رضي الله عنه سان شيعن جي ڪاوڙ ان جي ڪري آهي جو ان حضور عليه الصلواة والسلام جن جي مالي خدمت ۽ ٻين اصحابن جي مالي مدد ڪئي هئي. پوءِ ان سان ناراض هجڻ جي ڪري

www.maktabah.org

حبيب پاڪ عليه الصلواة والسلام جن جي پاڪ نياڻين
کي ٺي نہ ٿا مڃين.

## ضروري ياد رکڻ جهڙي ڳالهه

مسلمان ڀائرن کي هيءَ ڳالهه ضرور ياد رکڻ
گهرجي تہ نبي اڪرم، محبوب معظم صلى الله تعالىٰ
عليه وسلم جن جي ٽن نياڻين جو انڪار اول اول
ڪوفي جي رهاڪو شيعي علي بن احمد ڪيو هو ۽ ان
جي خلاف سندس شيعن عالمن ٺي پنهنجن ڪتابن ۾
لکيو آهي تہ اهو سندس چوڻ غلط آهي. ڏسو شيخ
عبدالله مامقانيءَ جو ڪتاب تنقيح المقال في علم
الرجال ص٧٩ ج٣ باب الخا والرا والزاي المعجمة من
فصل النساء تحت ذكر زينب بنت رسول الله صلى الله
عليه وسلم

انهن سڀني دليلن مان ثابت ٿيو تہ حبيب پاڪ
عليه الصلواة والسلام جن جون نهايت ٺي پياريون،
صلبي، حقيقي ۽ سڳيون نياڻيون چار آهن ٽن کي نيپاج
يا اڳ ڄايون وغيره چوڻ وارا قرآن پاڪ، نبوي حديثن ۽
حضرت علي ۽ امام جعفر صادق رضي الله عنهما جي
اقوال جا منڪر ۽ بي ايمان آهن مگر جيڪي چئن نياڻين
کي مڃڻ وارا ۽ ڪين برحق نبي جون نياڻيون تسليم

www.maktabah.org

ڪرڻ وارا آهن انهن مان گهڻن ڪي انهن پيارين هستين جي احوال ۽ سوانح حيات جي ڄاڻ يا ته بالڪل ناهي يا آهي ته به بالڪل ٿورڙي ۽ نه جي برابر. ان جي ڪري پنهنجي ناقص عقل ۽ علم آهر انهن جي زندگيءَ جا احوال ۽ انهن ڪان اڳ سندن پيائرن، حبيب اڪرم، محبوب معظم، نورمجسم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي فرزندن جو به احوال لکڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان تانته پڙهندڙ پيائر ۽ پيئرون مصطفىٰ ڪريم عليه التحية والتسليم جي صلبي، حقيقي پٽن ۽ نياڻين جي احوال کان باخبر ۽ ڄاڻ وارا رهن.

## حضور عليه الصلواة والسلام جن جي فرزندن جو احوال

ياد رکڻ گهرجي ته حضور عليه الصلواة والسلام جن جا فرزند ارجمند ڪيترا هئا؟ ان پر تمام گهڻو اختلاف آهي مگر حضرت مولانا شيخ الحديث عبدالحق محدث دهلوي عليه الرحمة انهن اختلافن جي ذڪر ڪان پوءِ ٽن فرزندن واري قول تي اعتماد ڪندي ٽن جو احوال لکيو آهي تنهن جي ڪري مون به ان جي موافق، ان جي ئي ڪتاب مان ٽن فرزندن پيارن عليهم الرضوان جو ذڪر لکيو آهي.

www.maktabah.org

(١)

پهريون فرزند حضرت قاسم علىٰ ابيه وعليه الصلواة والسلام- هي سهڻي نبى صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو پهريون پٽ آهي جيڪو سندن نبوت جي اظهار کان پهريان سيده خديجه ڪبرىٰ رضي الله عنها مان ڄائو هو. ان سان ئي سندن ڪنيو ابوالقاسم مشهور آهي. هي تقريباً سترهن (١٧) مهينا دنيا تي زنده رهيو ۽ پوءِ دنيا کي ڇڏي دارالبقاءِ ڏي روانو ٿيو ۽ هي سندن پهريون ٻچو هيو جنهن پهريان وفات ڪئي هئي. "انا لله وانا اليه راجعون"

(٢)

ٻيو فرزند حضرت عبدالله عليٰ ابيه وعليه الصلواة والسلام. هي سائين مڪي مڪرمه ۾ اسلام ۽ نبوت جي اظهار کان پوءِ عالم وجود ۾ تشريف فرما ٿيو ۽ ننڍي هوندي ئي واصل الى الله ٿيو طيب ۽ طاهر به ان جا القاب آهن ڇوته اسلامي دعوت جي دور ۾ ڄائو هيو. جڏهن سندس رحلت ٿي ته عاص بن وائل سهمي رسول ڪريم، رؤف رحيم، صاحب خلق عظيم عليه التحية والتسليم جي شان اقدس ۾ گستاخي ڪندي چيو هو ته: اهو "اَبْتَرْ" (بي بنياد) آهي جو سندس نسل دنيا تي نه رهندو تڏهن الله تعالىٰ سورة

www.maktabah.org

الڪوثر نازل ڪري فرمايو هو تہ "اِنَّآ اَعْطَيْنٰکَ الْكَوْثَرَ فَصَلِّ لِرَبِّکَ وَانْحَرْ. اِنَّ شَانِئَکَ هُوَ الْاَبْتَرُ" يعني اي حبيب! اسان اوهان کي تمام گهڻي ڪان بہ گهڻو ڪجهہ عطا ڪري ڇڏيو آهي پوءِ الله تعالىٰ جي راضي ڪرڻ جي لاءِ نماز پڙهو ۽ قرباني ڪيو يقيناً اوهان جو دشمن بي بنياد آهي. ان کي ڪير بہ ياد نہ ڪندو جي ڪٽي ڪندو تہ بہ ان جون برايون، بي حيائيون بيان ڪندو پر اوهان جو معاملو ان ڪان نهايت بلند ۽ بالا آهي هر ڪنهن جي بيان ڪرڻ جي احاطيڪان ٻاهر آهي سڄو جهانُ اوهان جي اولاد سان پرجي ويندو ۽ اهي اوير اولهہ پر پکڙجي ويندا.

(۳)

ٽيون فرزند حضرت ابراهيم علىٰ ابيہ وعليہ الصلوٰة والسلام هيءُ سائين مديني منوره پر سيده ماريہ قبطيہ رضي الله عنها مان ذوالحج مهيني سنہ ۸ هجريءَ پر ڄائو هو ۽ جڏهن ڄائو تہ سندس دائي بيبي سلمىٰ پنهنجي مڙس ابورافع کي ڀڄايو جيڪو محبوبن ڪريمن عليہ السلام جو غلام هيو. ان وڃي حبيبن صلى الله عليہ وسلم جن کي عرض ڪيو تہ يارسول الله صلى الله عليه وسلم اوهان کي الله تعالىٰ پٽ ڏنو آهي. ان خوشخبريءَ ڏيڻ جي ڪري پاڻ ان کي غلاميءَ کان آزاد

www.maktabah.org

ڪيائون. ان کان پوءِ جبريل عليہ السلام آيو جنهن ڪين
اباابراهيم جي ڪنيت سان مخاطب ٿي عرض ڪيو.
پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن تمام گهڻو
خوش ٿيا ۽ ہ دنيا کهي پنهنجي فرزند ارجمند جو
عقيقو ڪيائون ۽ ان جو مٿو ڪوڙائي ۽ سندس نالو
ابراهيم رکيائون. مٿي جي وارن کي توري انهن جي تور
برابر چاندي الله جي واٽ ۾ صدقو ڪيائون ۽ اهي وار
مبارڪ زمين ۾ دفن ڪرايائون. ان کان پوءِ حضرت
ابراهيم ننڍڙي کي کير پيارڻ ۽ پالڻ جي لاءِ هڪ دائيءَ
جي حوالي ڪيائون جنهن کي ام سيف ۽ ان جي مڙس
کي ابوسيف سڏيندا هئا ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ڪريم
صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پنهنجي پياري پٽ کي
ڏسڻ جي لاءِ انهن جي گهر تشريف فرما ٿيندا هئا. مگر
الله تعالىٰ کي جيڪو وٽيو ان جي مطابق حضرت
ابراهيم ننڍڙي سائينءَ جي هن دنيا مان جلد رحلت ٿي
رهي هئي حبيبن ڪريمن عليہ الصلواة والسلام جن جي
خدمت ۾ عرض ڪيو ويو پاڻ پرينءَ پٽ جي مٿان آيا تہ
ڪين ان جي زندگيءَ جا آخري لمحا محسوس ٿيا پاڻ ڪيس
ياڪر ۾ جهلي اکين مبارڪن مان پاڻي وهائڻ لڳا ۽
فرمايائون تہ: "ابراهيم! تنهنجي جدائي ۾ غمگين
آهيون." ان وقت حضرت ابراهيم سائين ٻن مهينن ۽

ڏهن ڏينهن جي عمر جو هو نبيءَ الله تعالىٰ کيس گهرائي ورتو. سندس دائيءَ ٻئي قول مطابق حضرت فضل بن عباس رضي الله عنہ کيس وهنجاريو ۽ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف مٿس پاڻي هاريو. حضور عليہ الصلواة والسلام جن بہ مٿان تشريف فرما رهيا. ڪفن ڍڪائي هڪ ننڍڙي تختي تي رکيو ويو ۽ حضور عليہ الصلواة والسلام جن پاڻ ان جي جنازي جي نماز پڙهائي. ان ڪان پوءِ ان کي جنت البقيع ۾ حضرت عثمان بن مظعون رضي الله عنہ جي قبر مبارڪ جي پر ۾ دفن ڪيو ويو. (١)

## ڇئن نياڻين جو ترتيب وار احوال

١- پهرين نياڻي سيده زينب علىٰ ابيها وعليها السلام

هيءَ سائڻ سرور ڪونين صلي الله تعالىٰ عليہ وسلم جن جي سيني نياڻين ۾ وڏي هئي ۽ سيده خديجہ رضي الله عنها سان حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي نڪاح ڪرڻ ڪان پنج سال پوءِ ۽ سندن نبوت جي اظهار ڪان ڏهہ (١٠) سال اڳ ۾ ڄائي هئي. (٢) سائڻ جي ڄڻائڻ واريءَ دائيءَ جو نالو

(١) مدارج النبوة ص٧٧٢- ٧٧٨ جلد٢

(٢) الاستيعاب عليٰ هامش الاصابة ص٣١١ ج۴.
اسدالغابة ص٤٦٧ ج٥


RAZA LIBRARY

www.maktabah.org

سلمیٰ هو. هيءَ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي پڦيءَ صفيه بنت عبدالمطلب جي آزاد ڪيل ٻانهي هئي (١) ۽ اهائي سلمیٰ سڳوري حضور پرنور صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي پياري پٽ سيدنا ابراهيم علیٰ ابيه وعليه الصلواة والسلام جن جي به دائي هئي جيئن ان جي احوال ۾ اڳ ۾ لکي آيا آهيون. سيده زينب سائڻ رضي الله تعالیٰ عنها جڏهن ڄائي ته حضور عليه الصلواة والسلام جن ۽ سيده خديجه رضي الله عنها پاڻ ۾ صلاح ۽ مشوري سان سندس نالو زينب رکيو ۽ سندس ڄمڻ جي خوشيءَ ۾ گوشت کهرائي ورهايو. (٢)

## سيده زينب رضي الله عنها جو ايمان آڻڻ ۽ اسلام سان مشرف ٿيڻ

جڏهن محبوب مصطفیٰ، سيد اصفيا، سرور انبيا عليه وعليهم الصلواة والسلام جن تي وحي جو نزول ٿيو ۽ پاڻ پنهنجي نبوت جو اظهار فرمايائون ته عورتن مان اول اول مٿن ايمان سندن اهليه سيده خديجة الڪبریٰ رضي الله عنها آندو ۽ ان جي ٻڌائڻ تي سندن نياڻيءَ سيده زينب رضي الله تعالیٰ عنها به ايمان آندو.

(١) تراجم سيدات بيت النبوة ص٤٧٣
(٢) تراجم سيدات بيت النبوة ص٤٧٤

www.maktabah.org

پر جڏهن ام المؤمنين حضرت بيبي خديجة الڪبرى رضي الله عنها حضور عليه الصلواة والسلام جن کي مٿن وحي جي نزول وقت پنهنجي سؤٽ ورقةؔ بن نوفل بن اسد بن عبدالعزىٰ وٽ وٺي آئي جيڪو ان وقت پوڙهو ۽ نابينا هو پر اڳين ڪتابن جو عالم هو، ان سندن احوال بڌي عرض ڪيو هو ته اوهان وٽ اهوئي جبريل آيو آهي جيڪو حضرت موسىٰ عليه الصلواة والسلام جن وٽ وحي ڪٺي نازل ٿيندو هو. ڪاش! جيڪڏهن مان جوان هجان ها ۽ ان وقت جيئرو هجان ها جڏهن اوهان جي قوم وارا اوهان کي هن شهر مان ڪڍندا وغيره وغيره. (١) ۽ حضور عليه الصلواة والسلام جن ۽ ام المؤمنين سيده خديجه رضي الله عنها موٽي گهر آيا ته اها ڳالهه ام المؤمنين سائڻ پنهنجيءَ وڏيءَ نياڻيءَ زينب سڳوريءَ کي ڪن ۾ ٻڌائي ۽ اها ان ڳالهه تي ته سندن دلبر پيءُ، الله تعالىٰ جي نبي حضور صلي الله تعالىٰ عليه وسلم جن سان مڪي مڪرمه وارا دشمنيون ڪندا ۽ کين مڪي پاڪ مان ڪڍي ڇڏيندا نهايت مغموم رهندي هئي. هڪ ڏينهن ننڍيءَ ڀيڻ سيده فاطمه زهراء رضي الله عنها پنهنجيءَ وڏيءَ ڀيڻ کي مغموم ڏسي چيو ته "اوما يسرک يا اختي انک

(١) صحيح بخاري ص٣ ج١

www.maktabah.org

بنت نبي هذه الامة"(۱) اي منهنجي ڌيءَ! ڇا توکي اها ڳالهه خوشي نه ٿي بخشي ته تون هن امت جي نبي جي نياڻي آهين؟ ڇاجي ڪري غمگين ٿي رهين؟ سيده زينب رضي الله عنها ڪجهه دير سوچڻ کان پوءِ ننڍيءَ ڀيڻ پياريءَ ڀيڻ سان ڳالهائيندي کيس ٻڌايو ته: فاطمه! ٻيءَ جي نبي هجڻ جهڙي شرف ۽ شان کان مٿي ڪوبه شرف ۽ شان ناهي ڪنهن کي نه ونڊو؟ پر غم ان ڳالهه جو آهي جيڪا مامي ورقة امان سائڻ کي ٻڌائي هئي ته هتي جا ماڻهو بابا سائينءَ جهڙي صادق، امين کي به ڪوڙو چوندا. (معاذالله) ۽ کين ايذاءَ ڏيندي، تڪليفون پهچائيندي، مڪي پاڪ مان ٻاهر ڪڍندا ۽ ساڻن جنگيون ڪندا.

سيدتنا فاطمه زهراء رضي الله عنها پنهنجيءَ وڏيءَ ۽ مهربان ڀيڻ کان اها ڳالهه ٻڌي في الحال ته پاڻ به فڪر ۾ پئجي وئي ۽ اها ڳالهه ته سندن بابي ڪريم عليه الصلواة والسلام کي ايذايو ويندو کيس تمام گهڻي ڳري لڳي پر ڪجهه دير کان پوءِ فرمايائين ته: پياري ڀيڻ! امان سائڻ بابا سائين جن (عليه الصلواة والسلام) کي عرض ڪيو آهي ته "الله يرعانا يا اباالقاسم! ابشر يا ابن عم! واثبت والله لا يخزيک الله ابدا- انک لتصل

(۱) سيرت شاميه ص۲۷۴ ج۱

www.maktabah.org

الرحم، وتصدق الحديث وتؤدي الامانة وتحمل الكل وتقري الضيف وتعين عليٰ نوائب الحق" (١) يعني اي ابوالقاسم! (حضور عليه الصلواة والسلام جن جو كنيو) الله تعاليٰ اسان كي سنياليندو، اي سؤٹ! اوهان خوش ٿيو ۽ ثابت قدم رهو. الله جو قسم آهي ته الله تعاليٰ اوهان کي خوار نه ڪندو يقيناً اوهان مائٽي ڳنڍيو ٿا، سچ ڳالهايو ٿا، امانت ادا ڪيو ٿا، مسڪين کي بار کڻايو ٿا، مهمان نوازي ڪيو ٿا ۽ حق جي ڳالهين ۾ مدد ڪيو ٿا. المقصد ته سيدالمرسلين، خاتم النبيين محبوب رب العالمين صلى الله عليه وآله وصحبه وبارڪ وسلم جن کي نبوت جي اظهار، اسلام جي دعوت ڏيڻ، قرآن ڪريم جي پڌائڻ ۽ بت پرستيءَ کان روڪڻ جي ڪري جيڪي تڪليفون، مشقتون ۽ اذيتون درپيش آيون سيده زينب رضي الله عنها ۽ ٻيون نياڻيون به ساڻن گڏ هيون. خصوصاً نبوي ستين (٧) سال ۾ حضور عليه الصلواة والسلام جن ۽ سندن ساٿ ڏيندڙن کي شعب ابي طالب ۾ رهندي ڪافرن جي طرفان هر قسم جي بائيڪاٽ جي ڪري بک جي حالت ۾ به ننگدار محبوب عليه الصلواة والسلام سان اهي

(١) تاريخ طبري ص٢٠٧ جلد ٢ مطبوه دارالفكر تراجم سيدات بيت النبوة ص٥٠٢

www.maktabah.org

نياٺيون گڏ هيون. جيڪڏهن بقول شيعن جي ڪنهن ٻئي جو نسل هجن ها (معاذالله ثم معاذالله) ته ٻڪن ۾ ڏکن ۾ حبيب عليه الصلواة والسلام جن وٽ نه رهن ها. پنهنجن اباڻن ڏانهن هليون وڃن ها.

## سيده زينب رضي الله عنها جو نڪاح ۽ پرڻو

ياد رکڻ گهرجي ته حضرت ام المؤمنين بيبي خديجه رضي الله عنها جي ڀيڻ حضرت بيبي هاله بنت خويلد رضي الله عنها (جيڪا صحابياڻي هئي (١) جي پٽ حضرت ابوالعاص بن الربيع بن عبدالعزیٰ بن عبدشمس بن عبدمناف رضي الله عنه (جنهن جي نسب جو سلسلو رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن سان ٽئين ڏاڏي ۾ ملي ٿو (٢).) کي سيده زينب رضي الله عنها جو سڱ حضور صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن ۽ ام المؤمنين مشورو ڪري ڏنو هو. پنهي جو نڪاح محبوب ڪريم عليه الصلواة والسلام جن پاڻ پڙهيو ۽ پنهنجيءَ نهايت پياريءَ ۽ وڏيءَ نياڻيءَ کي ڏاج ۾ ٻئي سامان سان گڏ عقيق جو هڪ قيمتي هار به ڏنو هو. (٣)

(١) زرقاني شرح المواهب ص١٩٦ جلد٣
(٢) تراجم سيدات بيت النبوة ص٤٩٩
(٣) اسدالغابة ص٢٦٥ جلد٤

www.maktabah.org

## حضرت ابوالعاص رضي الله عنه جو نالو ۽ لقب

علامہ ابن حجر عسقلاني عليه الرحمة لکيو آهي ته حضور عليه الصلواة والسلام جن جي وڏيءَ نياڻيءَ جي وَرَ کي مکي وارا امين جي لقب سان سڏيندا هئا (١) ۽ علامہ ابن ڪثير لکيو آهي ته سندس نالي ۾ چار قول آهن. ١- هڪ لقيط ٢- ٻيو زبير ٣- ٽيون هشيم ۴- چوٿون مهشم (٢)

## حضرت ابوالعاص رضي الله عنه جو ڪاروبار ۽ ڌنڌو

حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ واپاري هوندو هو ۽ سندس شمار مکي مکرمہ جي نهايت امانت وارن واپارين ۾ ڪيو ويندو هو. (٣)

## حضرت ابوالعاص رضي الله عنه جي وعدي وفائي ۽ صداقت حضور عليه الصلواة والسلام جن پاڻ بيان فرمائي

علامہ احمد عسقلاني عليه الرحمة صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم کان نقل ڪندي حضرت مسور بن مخرمة رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي ته نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن خطاب فرمايو پوءِ ابوالعاص بن الربيع جي ثنا ڪندي فرمايائون ته:

(١) الاصابة ص١٢١ ج۴ (٢) البداية والنهاية ص٣٥۴ جزء ٦
(٣) الاصابة ص١٢۴ ج۴

www.maktabah.org

حَدَّثَنِيْ فَصَدَّقَنِيْ وَوَعَدَنِيْ فَوَفَا لِيْ (١) يعني مون سان ڳالهہ ڪيائين تہ سچي ڪيائين ۽ وعدو ڪيائين تہ وفا ڪيائين.

## حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ ۽ سيده زينب رضي الله عنها جي هڪ ٻئي سان محبت

متي لکي آيا آهيون تہ حضرت خديجة الڪبرٰى ۽ حضرت ٻيبي هاله رضي الله عنهما پاڻ ۾ ڀينرون هيون ۽ سندن اولاد هڪ ٻئي جا ماسات هيا ان مائٽيءَ جي تعلق سان گڏ حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ ننڍي هوندي کان پنهنجي ماسيءَ سيده خديجه رضي الله عنها جي گهر ۾ ايندو هو ۽ ان سيده زينب رضي الله عنها جي سڱ جي اول پنهنجي ماسيءَ کان گهر ڪئي هئي ام المؤمنين سيده خديجہ رضي الله عنها ان مائٽي ڪرڻ جي جڏهن حضور صلى الله عليہ وسلم جن کان منظوري ورتي ۽ حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ کي ٻڌايو تہ ان کي تمام گهڻي خوشي پهتي ۽ ان خوشيءَ ۾ دل واريءَ شاديءَ ٿيڻ جي ڪري ٻہ سيده زينب سائڻ رضي الله عنها سان گهڻي محبت ۽ پيار رکندو هو ۽ سائڻ بہ سندس حقوق جو شرعي خيال ڪندي ڪيس محبت ۽ پيار ڏيندي هئي مطلب تہ مڙس ۽ زال ٻئي هڪ

(١) الاصابة ص١٢٢- ١٢٣ جلد٤

www.maktabah.org

ڀني جي لاءِ موافق ۽ هڪ ٻئي جي حقن جو خيال گهڻو رکندا هئا. حضرت ابوالعاص رضي الله تعالىٰ عنه واپار ڪرڻ جي لاءِ ٻاهر سفر تي ويندو هو ته سائڻ کي تمام گهڻو ياد ڪندو هو ۽ سائڻ به ڪيس ياد ڪندي سندس گهر کي ۽ گهر جي سيني شين کي ساهه سان سانديندي ۽ سنڀاليندي هئي.

## سيده زينب جو اسلام جي دعوت ڏيندي پنهنجي والد، الله تعالىٰ جي نبي عليه الصلواة والسلام جن سان ساٿ

حضرت مدرڪ بن حارث رضي الله عنه کان روايت آهي ته اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ۾ هڪ ڀيري مان پنهنجي والد صاحب سان گڏ بيت الله شريف جي زيارت لاءِ آيس ۽ منىٰ جي مقام کان لنگهندي ڏٺوسين ته هڪ هستيءَ جي چوڌاري ماڻهن جو وڏو هجوم ڦريو بيٺو آهي مون پنهنجي والد صاحب کان پڇيو ته هي هجوم ڇالاءِ آهي؟ ۽ اهو ڪير آهي؟ جنهن کي اهو هجوم ڦريو بيٺو آهي. والد صاحب جڏهن ته اجان اسلام قبول نه ڪيو هو تڏهن چوڻ لڳو ته: اهو اهوئي ته آهي جيڪو اسان جي ٻتن جي توهين ڪندي انهن کي ڪوڙو ٿو چوي. ان چوڻ کان پوءِ منهنجو والد صاحب مون کي پاڻ سان وٺي هجوم ڏانهن وڌيو ۽ ڏٺوسون ته

www.maktabah.org

حضور صلى الله تعاليٰ عليه وسلم جن انهن هجوم وارن
کي الله تعاليٰ جي دين جي دعوت ڏيندي هدايت ڪري
رهيا هئا ۽ هجوم وارا مذاقون ڪندي مٿن پٿر وسائي
رهيا هئا. اسان ڏٺو ته عين ان وقت هڪ بااخلاق،
نهايت تحمل ۽ وقار واري معصوم ۽ نهايت جمال واري،
خوبصورت نياڻي هٿ ۾ پاڻيءَ جو گلاس کڻي نهايت
اهڙيءَ غمگين حالت ۾ آئي جو اسان کي حيرت لڳي
وئي. مون ماڻهن کان پڇيو ته هيءَ نياڻي ڪير آهي؟
ماڻهن ٻڌايو ته: اها ان (حضرت) محمد (صلي الله
تعاليٰ عليه وسلم) جي نياڻي زينب آهي. مون ڏٺو ته
اها پاڻيءَ جو گلاس پنهنجي پياري پيءُ کي پياري
زاروقطار روئي رهي هئي. حضور صلى الله تعاليٰ عليه
وسلم جن ڪيس دلجاءِ ۽ تسلي ڏيندي فرمائي رهيا هئا
ته "پياري ڌيءُ! ڪو فڪر نه ڪر تنهنجي والد جي
حفاظت ڪندڙ ۽ ڪيس عزت ڏيندڙ الله تعاليٰ آهي. (١)

## مڪي پاڪ ۾ حضرت ابوالعاص رضي الله تعاليٰ عنه کي اسلام جي دعوت جو ملڻ ۽ ان جي خاموشي

ڄاڻڻ گهرجي ته جڏهن سيدنا رسول الله صلى
الله تعاليٰ عليه وسلم جن مڪي پاڪ ۾ نبوت جو

(١) سيرت بنات مطهرات ص٣٠

www.maktabah.org

اظهار فرمائي الله تعالىٰ جي سچي دين جي دعوت ڏني ته ان وقت حضرت ابوالعاص واپار جي لاءِ ٻاهر سفر تي ويل هو. موٽندي رستي ۾ ئي ڪيس حبيب پاڪ عليه الصلواة والسلام جن جي طرفان نبوت جي اظهار ۽ اسلامي دين ڏانهن سڏڻ جون خبرون پهتيون ۽ پاڻ خاموشيءَ سان ٻڌندو مڪي پاڪ ۾ داخل ٿي گهر پهتو. گهر ۾ پهچڻ کان پوءِ سيده زينب رضي الله تعالىٰ عنها ڪيس سموري حقيقت ٻڌائي مسلمان ٿيڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ اتي ئي ماٺ ۾ رهيو. سائڻ ڪانئس وري پڇيو ته: مالک يا ابن الخالة! اي ماسات! توکي ڇا ٿيو آهي جو جواب ئي ڪونه ٿو ڏين؟

حضرت ابوالعاص رضي الله عنه ڪيس گهڻي پيار ۽ محبت سان جواب ڏيندي چيو ته: جيڪڏهن مان هينئر جو هينئر هڪدم مسلمان ٿيندس ته ماڻهو مهڻا ڏيندا ته زال جي چوڻ تي ابن ۽ ڏاڏن جي دين کي ڇڏي ويو. سيده زينب رضي الله تعالىٰ عنها تمام گهڻو ذهين هئي ان سندس ڳالهه کي ڪٽيندي چيو ته: ڇا ماڻهن جي چوڻ تي حق ڇڏي ڏجي؟ مون ته گهڻو وقت اڳ ۾ پنهنجي بابي ڪريم، الله تعالىٰ جي پياري رسول صلى الله تعالىٰ عليه وسلم تي ايمان آندو آهي. حضرت

www.maktabah.org

ابوالعاص رضي الله عنہ سائڻ کي مخاطب ٿي چيو "ڇا
تو ايمان آندو آهي؟" بيبي سائڻ جواب ۾ چيو تہ "هائو.
مان پنهنجي بابا سائينءَ کي ڪيئن ڪوڙو چونديس
حالانڪ توکي بہ خبر آهي تہ پاڻ نهايت سچا ۽ امين
آهن منهنجي ماءُ، ڀينرن ۽ علي بن ابي طالب ۽ تنهنجي
مائٽ عثمان بن عفان، تنهنجي ماروٽ زبير بن عوام بن
خويلد بہ تہ ايمان آندو آهي. حضرت ابوالعاص اهو سڀ
ڪجهہ ٻڌو ۽ ماٺ ڪري ٻاهر نڪري ويو ٿوري دير کان
پوءِ جو موٽي آيو تہ اچي سيده زينب رضي الله عنها
سان ڳالهہ ڪيائين تہ: مون کي بيت الله شريف ۾
حضور عليہ الصلواة والسلام جن مليا ۽ مون کي دين
جي دعوت بہ ڏنائون، ۾ سندس جواب ڇا هيو اهو بيان
نہ ڪيائين. (١) سيده سائڻ جڏهن وري ڪيس مسلمان
ٿيڻ لاءِ چيو تہ جواب ڏنائين تہ حضور عليہ الصلواة
والسلام جن جو پيارو چاچو ابوطالب جنهن جو سندن
ذات سان تمام گهڻو پيار بہ آهي اهو اڃان ماٺ ۾ آهي
ان جي ڪري مون کي في الحال مجبور نہ ڪيو. ان
جواب ٻڌڻ کان پوءِ سيده سائڻ سدا ان فڪر ۾ رهندي
هئي تہ ابوالعاص الائي ڪڏهن اسلام قبول ڪندو.

(١) تراجم سيدات بيت النبوة ص٥٠٤

www.maktabah.org

## حضرت بيبي زينب عليٰ ابيها وعليها الصلواة والسلام جي هجرت جو ذڪر

مڪي مڪرمہ جا قريشي ۽ ٻيا ڪافر حضور عليہ الصلواة والسلام جن ۽ اصحابن کي هونئن بہ ڏاڍيون ايذائيندا هئا پر جڏهن نبوي ستين (٧) سال ۾ حضرت حمزه ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما اسلام قبول ڪيو ۽ سندن مسلمان ٿيڻ سان ٻين عربن جي قبيلن ۾ بہ اسلام وڌڻ لڳو ۽ اسلام وارن جي عزت ۽ قوت وڌي ۽ ڪي اصحابي سڳورا حبش جي ملڪ ڏانهن هجرت ڪري ويا تہ ڪافرن جي حسد جي باهہ بہ وڌيڪ ڀڙڪي ۽ انهن حضرت حبيب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن کي شهيد ڪرڻ لاءِ پروگرام ٺاهڻ شروع ڪيا پر انهن جي ان ارادي کي انهن جي نظر ۾ ناڪام بنائڻ واري شخصيت حضرت ابوطالب سائين هو. هڪ ڏينهن انهن جا اڳواڻ سيئي گڏجي حضرت ابوطالب وٽ آيا ۽ چوڻ لڳا تہ ابوطالب! تون ڳالهين مان هڪڙي ڳالهہ ڪر. يا پنهنجو ڀائٽيو اسان جي حوالي ڪر، يا کيس منع ڪر تہ اسان جي بتن کي ڪوڙو نہ چوي يا اسان سيني سان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيءُ. اسان کي ڏينهن ٻن ۾ ان جو جواب ڏياري موڪل. ائين چئي اهي هليا

ويا. جڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن حضرت
ابوطالب وٽ آيا ته ان کين سمورو احوال ٻڌائي عرض
ڪيو ته ڪافرن ۾ جوش گهڻو آهي اوهان پنهنجي جان
جي بچاءَ لاءِ به ته ڪجهه سوچيو اسان ۾ سيني عرب
قبيلن سان جنگ ڪرڻ جي طاقت ناهي. حضور عليه
الصلواة والسلام جن چاچي جي ڳالهه ٻڌي ڪيس فرمايو
ته "چاچا! ڇا اوهان اهو سوچيو آهي ته اسلام جي
دعوت جو ڪم اوهان جي سهاري ڪري رهيو آهيان؟
ائين ناهي منهنجو مددگار منهنجو الله آهي. مان ان جي
حڪم تي عمل ڪندي ان جي دين جي دعوت ڏيندو
رهندس اوهان جيڪڏهن منهنجي مدد ڪندؤ ته ان ۾
اوهان جي پنهنجي ڀلائي ۽ سعادت آهي جيڪڏهن نه ته
مون لاءِ منهنجي مالڪ جي مدد ۽ تائيد ڪافي آهي."
ائين فرمائي جڏهن اٿيا ته سندن فرمان کان تمام گهڻو
متاثر ٿيندي حضرت ابوطالب کين عرض ڪيو ته "اوهان
پلي پنهنجو ڪم جاري رکو" ان کان پوءِ حضرت
ابوطالب سيني هاشمين کي گهرائي چيو ته (حضرت)
محمد (صلى الله تعالىٰ عليه وسلم) تي ايمان آڻيو يا نه
آڻيو پرسندن مدد جاري رکو. جڏهن اها خبر ٻين قريشين
کي پئي ته انهن هاشمين سان بائيڪاٽ ڪندي اعلان
ڪيو ته ڪوبه ماڻهو هاشمين سان نه مٽي مائٽي ڪري،

www.maktabah.org

نہ ڪائي پئي، نہ اٿي ويهي، نہ ڳالهائي ٻولهائي، ۽ نہ هن سرزمين تي انهن سان ڪاروبار رکي ۽ نہ انهن کي بازار مان ڪا شيءِ وڪرو ڪري ڏني وڃي. انهن ان سلسلي ۾ نبوت جي ستين سال محرم مهيني جي پهرين تاريخ هڪ معاهدو لکي بيت الله شريف جي ڇت تي لٽڪائي ڇڏيو. ان وقت الله تعالىٰ جي قدرت جو ڪرشمو اهو ظاهر ٿيو جو ان معاهدي لکندڙ جو لکڻ وارو هٿ بيڪار ٿي ويو. حضرت نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن،حضرت ابوطالب ۽(ابولهب کان سواءِ)ٻيا سڀ هاشمي ٽي سال ان حالت ۾ شعب ابي طالب ۾ رهيا جڏهن قريشين ڏٺو تہ ايتري گهٽي تڪليف ايترو گهٽو عرصو برداشت ڪندي بہ هاشمي حضور عليه الصلواة والسلام جن جو ساٿ نہ ٿا ڇڏين تڏهن انهن مان ابوجهل جهڙن پٿر وانگر دلين رکندڙن کان سواءِ ڪيترن چيو تہ اهو معاهدو ٽوڙڻ گهرجي اهو وڏو ظلم آهي ۽ فيصلو ڪيائون تہ لکيل معاهدو پڙهو تہ ان ۾ ڇا لکيل آهي؟ هوڏانهن نبي اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پنهنجي چاچي ابوطالب کي ٻڌايو تہ معاهدي ۾ لکيل ضروري اکر اڏيهي کائي ڇڏيا آهن ۽ ابوطالب اتي ويٺي اها ڳالهہ قريشين کي ٻڌائي ڇڏي هئي. جڏهن قريشين اهو لکيل ۽ بيت الله شريف جي

www.maktabah.org

پت تي لتڪيل معاهدو پڙهي ڏٺو ته واقعي اهي اکر اڏيهي کائي وئي هئي ته معاهدو ختم ٿيو ۽ سيئي هاشمي پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ عزت ۽ وقار سان آزاد ٿي رهڻ لڳا. (١) ۾ الله تعاليٰ جي قدرت اهڙي جو ان معاهدي جي ختم ٿيڻ کان ڇهه مهينا پوءِ حضرت ابوطالب وفات ڪئي ۽ حضرت ابوطالب جي وفات کان ٽي (٣) ڏينهن پوءِ سيده خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها وفات ڪئي. ۽ جيئن ڪافرن جي طرفان مسلمانن تي ظلم ۽ زيادتي شروع ٿي تيئن محبوب عليه الصلواة والسلام جن جي حڪم سان مؤمنن به مڪي پاڪ مان مديني منوره ڏانهن هجرت شروع ڪئي، مگر حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه مڪي پاڪ ۾ حضور عليه الصلواة والسلام جن سان گڏ رهي پيا جڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن به حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي پاڻ سان گڏ وٺي هجرت جي ارادي سان نڪتا ته سيده زينب رضي الله تعاليٰ عنها هڪ دلبر پيءُ جي جدائي، پيو رستي ۾ متن دشمن جي حملي جي خطري کان سخت پريشان

---

(١) مدارج النبوة ص٧۴ جلد ٢ وتراجم سيدات بيت النبوة ص٥٠٥

www.maktabah.org

رهي ۽ دعائون گهرندي رهي ته يالله! منهنجي پرينءَ ۽ پياري پيءُ ۽ پنهنجي پياري نبي عليه الصلواة والسلام کي خير ۽ سلامتيءَ سان مديني منوره ۾ پهچاءِ. جڏهن کيس خبر پهتي ته پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن خير خوبيءَ سان مديني پاڪ ۾ رونق افروز ٿيا آهن تڏهن سائڻ کي ڪجهه سڪون آيو. سيده زينب جي ٽن ڀينرن مان سيده رقيه رضي الله تعالىٰ عنها اڳ ۾ پنهنجي مڙس حضرت عثمان بن عفان رضي الله تعالىٰ عنه سان گڏ مڪي پاڪ مان هجرت ڪري وئي هئي ۽ سيده ام ڪلثوم ۽ سيده فاطمه رضي الله عنهما ٻنهي نياڻين کي به محبوب عليه الصلواة والسلام جن ماڻهو موڪلي گهرائي ورتو هو. باقي مڪي پاڪ ۾ سندن نياڻين مان صرف هڪ حضرت زينب سڳوري پنهنجي مڙس ابوالعاص سان گڏ رهيل هئي، ڇوته ان وقت تائين اهو اجان مسلمان نه ٿيو هو ۽ شريعت ۾ غيرمسلم سان نڪاح نه ڪرڻ جو حڪم به اجان نازل نه ٿيو هو.

پيتائي گهوٽ جي بقول ته "اڄ پڻ اڪڙين، سڄڻ پنهنجا سارِيا" سيده سائڻ ڪڏهن ڪڏهن بيوس ۽ بي اختيار بنجي پنهنجي مهربان پيءُ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جي خالي گهر مبارڪ ۾ اچي هجرت ڪري

www.maktabah.org

ويندڙ والد ۽ وفات ڪري ويل امڙ ۽ جهان مان رحلت
ڪري ويندڙن پيارن ۽ مديني منوره ۾ رهندڙين پينرن کي
ياد ڪري بي اختيار روئندي هئي. (١) سيد ڀٽائي
صاحب هن شعر ۾ گويا سندس حال جي ترجماني
ڪئي آهي:

اڄ نه اوطاقن ۾ طالب تنوارين
آديسي اٿي ويا مڙهيو مون مارين
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا. (شاهه)

ڪڏهن ڪڏهن اندر جي اڄ اجهائڻ لاءِ سيده
مڪي وارن جي قبرستان جنت المعلىٰ ۾ پنهنجيءَ جيجل
امان سيده خديجة الڪبرىٰ رضي الله تعالىٰ عنها جي
مزار تي حاضري ڏيندي اکين مبارڪن مان پاڻي
وهائيندي هئي. ڪڏهن سوچي سوچي چوندي هئي ته
جيڪڏهن سندس مڙس مسلمان ٿئي ها ته ڪيس اهي
جدايون ڏسڻيون نه پون ها. المقصد ته جڏهن هجرت
ڪرڻ ڪان پوءِ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه
وسلم جن مديني منوره ۾ مهاجرن ۽ انصارن سان گڏ
رهي الله تعالىٰ جي دين جي دعوت وڏي زور، شور سان
جاري رکي ته مڪي پاڪ جي ڪافرن، قريشي سردارن
کي اها ڳالهه ڳري لڳي ۽ انهن حضور پرنور شافع يوم

(١) تراجم سيدات بيت النبوة ص٥٠٦

www.maktabah.org

النشور صلی الله تعالیٰ عليه وسلم ۽ سندن پوئلڳن
اصحابن رضي الله عنهم سان.جنگ ڪرڻ ۽ جنگ ۾
خرچ ڪرڻ لاءِ فنڊ حاصل ڪرڻ جي نيت سان هڪ
واپاري قافلو شام جي ملڪ ڏانهن روانو ڪيو ۽ سندن
اهو پڪو فيصلو هو ته ان قافلي ڪي واپار مان جيڪا به
بچت ٿيندي اها مسلمانن سان جنگ ۾ ڪم آئبي.
مسلمانن جڏهن اها خبر ٻڌي ته ان قافلي ڪي تاڙي بيٺا
پر (حضرت) ابوسفيان (رضي الله تعالیٰ عنه، جيڪو ان
وقت تائين اڃان مسلمان نه ٿيو هو ۽) ان قافلي جو
اڳواڻ هو ڪنهن ٻئي رستي جي ذريعي قافلو بچائي
مڪي مڪرمه ۾ پهتو. مڪي وارا ته پهريان ئي جنگي
سوچ ۾ هيا وري جو مسلمانن جي طرفان قافلي تي
حملي ڪرڻ جي تياريءَ جي خبر ٻڌائون ته تقريباً هزار
(١٠٠٠) جي لڳ ڀڳ لشڪر تيار ڪري ان لشڪر ۾
حضور عليه الصلواة والسلام جن جي چاچي حضرت
عباس ۽ نياڻي حضرت ابوالعاص ڪي به مجبور ڪري
وٺي آيا جڏهن بدر جي ميدان ۾ پهتا ته حضور صلی
الله تعالیٰ عليه وسلم جن به پاڻ سان ٽي سؤ تيرهن
(٣١٣) اصحابن رضي الله عنهم جو لشڪر وٺي ميدان
۾ تشريف فرما ٿيا مگر حضرت سيده زينب رضي الله
تعالیٰ عنها جي لاءِ پريشانين تي پريشانيون چڙهي آيون

www.maktabah.org

چوته هڪ لشڪر جي اڳواٽي سندس پرين پيءُ، الله تعالىٰ جو محبوب، سچو ۽ سھڻو رسول صلى الله تعالىٰ عليه وسلم ڪري رهيو هو ته ٻئي لشڪر ۾ سندس مڙس، سندس ٻچن جو والد هو، سيده صبح جو پنهنجي پٽ (جنهن جو نالو علي هو) ۽ نياٽيءَ (جنهن جو نالو امامه هو) کي چوڻ لڳي ته "پيارا ٻچا بدر جي ميدان ۾ ٻه لشڪر وڙهندا جيڪڏهن ابوالعاص مارجي ويو ته اوهان يتيم ٿيندا ۽ جيڪڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن شهيد ٿي ويا ته مان يتيم ٿي ويندس." ۽ جڏهن مڪي مڪرمه ۾ اها خبر پهتي ته الله تعالىٰ حضور عليه الصلواة والسلام جن کي مڪي وارن تي زبردست فتح ڏني تڏهن سيده زينب رضي الله تعالىٰ عنها فرمايو: وافرحتاه" واهه جي خوشيءَ جي ڳالهه آهي، پر اجان پنهنجي مڙس ابوالعاص جي ڪيس ڪا خبر نه پهتي هئي. نيٺ اها خبر به آئي ته اهو جيئرو آهي ۽ ٻين ڪافرن سان جنگي قيدي ٿي مدينه منوره ۾ پهتو آهي. هاڻي وري اهو انتظار ته جنگي قيدين لاءِ ڪهڙو فيصلو ٿيندو. جڏهن اطلاع مليو ته مڪي وارن جنگي قيدين لاءِ اهو فيصلو ٿيو آهي ته انهن مان هرهڪ جي لاءِ سندس مائٽ اندازاً چار هزار درهم انهن جي جان بها طور ڏئي کين آزاد ڪرائي

www.maktabah.org

وجن. تڏهن سيده زينب سائڻ رضي الله تعالىٰ عنها ۾ پنهنجي مڙس کي آزاد ڪرائڻ جي لاءِ انهيءَ عمرو بن الربيع کي جان بها ڏئي مدينه منوره ڏانهن موڪليو اهو جڏهن مديني پاڪ ۾ پهتو ۽ ابوالعاص جي آزاد ڪرائڻ لاءِ حبيبن عليه الصلواة والسلام جن جي وچڙيل نياڻيءَ جي طرفان جان بها پيش ڪيائين ته ان هڪ عجيب، حيران ڪندڙ ۽ رقت آميز منظر قائم ڪري ڇڏيو اها جان بها ۽ فديو ڇا هو؟ اهو عقيق جو هار هو جيڪو حضور صلى الله تعالىٰ عليه وسلم ۽ سيده خديجه رضي الله عنها جن پنهنجيءَ نازپرورده نياڻيءَ کي ڏاج ۾ ڏنو هو. حضور صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن اهو هار جڏهن هٿن پاڪن ۾ ڪنيو ته ان ڏانهن نهارڻ شرط پدري شفقت جوش ۾ آئي ۽ سندن نوراني نيڻن مان زار زار پاڻي وهڻ لڳو. اصحابِ ڪرام حبيبن ڪريمن عليه الصلواة والسلام جن جي مٿان ان ڪيفيت کي طاري ٿيندي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويا مگر باادب خاموش رهيا. پاڻ ڪريمن عليه الصلواة والسلام جن ڪجهه وقت کان پوءِ پنهنجي قلبي رقت ۽ پدري شفقت تي ڪنٽرول ڪندي اصحابن کي مخاطب ٿي فرمايو ته: اصحابيو! سيني ادب سان عرض ڪيو ته: جيءُ آقا! فرمايائون ته: جيڪڏهن اوهان سڀنو ۽ مناسب سمجهو

تہ ابوالعاص کي مفت ۾ آزاد ڪيو ۽ منهنجيءَ نياڻيءَ
جو هار بہ واپس ڪيو." سيني ادب سان عرض ڪيو
تہ: هائو- سهڻا حبيب! جيئن اوهان جو اشارو ٿيندو
تيئن ڪري ڏيکاريندا سون. ان کان پوءِ حضور عليہ
الصلواة والسلام جن (حضرت ابوالعاص کي پنهنجي پر
۾ ويجهو ويهاري ساڻس آهستي آهستي ڪجھ ڳالهايو
۽ اهو ڪنڌ لوڏي هائو ڪندو رهيو ۽ جڏهن آزاد ٿي
موڪلائي روانو ٿيو تہ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ
عليه وسلم جن فرمايو تہ "ابوالعاص مون سان ان لحاظ
سان جو مان سندس صهرو آهيان اهڙي ڪا بہ ڳالھ نہ
ڪئي جنهن جي ملامت ڪئي وڃي" جڏهن ابوالعاص
مڪي پاڪ ۾ داخل ٿيو ۽ گهر ۾ پهتو تہ سيده زينب
رضي الله تعالىٰ عنها سان ويهي ڪيس ٻڌايائين تہ مان
توکي مديني منوره ڏانهن وڃڻ جي موڪل ڏيڻ لاءِ
حضور عليه الصلواة والسلام جن سان وعدو ڪري آيو
آهيان تانت تون ساڻن گڏ رهين. ان جي ڪري تياري
ڪري وٺ، مگر حضرت سيده زينب سڳوري رضي الله
تعالىٰ عنها اجان ان ڳالھ کي غور هيٺ نہ آندو چوتہ
ڪيس خبر هئي تہ سندس ٻن ننڍين ڀينرن سيده رقيہ ۽
سيده ام ڪلثوم رضي الله عنهما کي (جيڪي ڀهريان
ابولهب جي ٻن پٽن جي نڪاح ۾ هيون) ڪافرن جي

www.maktabah.org

چوڻ تي سندن مڙسن طلاقون ڏئي ڇڏيون هيون پر انهن ساڳين ڪافرن جڏهن ابوالعاص کي سيده زينب رضي الله تعالىٰ عنها جي طلاق ڏيڻ لاءِ چيو ۽ پيشڪش ڪئي هئي تہ طلاق ڏيڻ ڪان پوءِ جنهن بہ قريشي سردار جي، جيڪا بہ حسين، جميل، ڪنواري ڌيءُ گهرندين اها توکي پرڻائينداسون تہ ابوالعاص انهن جي ڳالهہ جو نهايت سختيءَ سان جواب ڏيندي ڪين چيو هو.تہ: اوهان کهڙي بہ حسين، خوبصورت، نوجوان، ڪنواري، وڏيءَ ملڪيت جي مالڪياڻي ۽ کهڙي بہ قريشي سردار جي ڌيءُ مون کي پرڻايو پر مان زينب بنت محمد (صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم) کي ڪنهن بہ قيمت ۾ طلاق نہ ڏيندس. سو اهڙو مشفق، محب ۽ مهربان مڙس مون کي مديني پاڪ وڃڻ لاءِ ڪٿي ٿو ڇڏي. حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ سائڻ جي ان سوچ کي محسوس ڪندي ڪيس مطمئن بنائيندي فرمايو تہ: مان پنهنجي طرفان هرويرو توکي ڪونہ ٿو موڪليان پر حضور عليہ الصلواة والسلام جن مون کان تنهنجي موڪلڻ جو وعدو ورتي پوءِ مون کي ڇڏيو آهي مان سائڻ سان اهو وعدو پورو ڪري رهيو آهيان. سيده زينب رضي الله عنها ابوالعاص کان پڇيو تہ: ڇا تون مون کي مدينہ منوره ۾ پهچائڻ لاءِ گڏجي هلندين؟ ابوالعاص جواب ڏنو تہ نہ.

www.maktabah.org

مڪي مڪرمہ کان اٺ (٨) ميل پري ياجج نالي واديءَ ۾ تنهنجي وٺڻ لاءِ حضور عليه الصلواة والسلام جن جو پٽيلو زيد بہ حارثه رضي الله عنہ جنهن کي تون پاڻ چوندي آهين ۽ هڪ انصاري اينڊا جيڪي توکي اٺ تي ويهاري پاڻ پنڌ هلي توکي مدينہ منوره ۾ پهچائيندا جڏهن مڙس جي طرفان بار بار چوڻ تي سيده زينب سائڻ رضي الله عنها سفر جي تياري شروع ڪئي تہ عتبه ڪافر جي ڌيءُ هند نالي جيڪا وٽن ويٺي هئي ان ڳالهہ کي محسوس ڪري وئي ۽ سيده زينب رضي الله عنها کان پڇيائين تہ ڇا تون سفر جي تياري ڪري رهي آهين؟ سيده سگهوري تہ ان کان ڳالهہ لڪائي پر هن کي حضور عليه الصلواة والسلام جن سان ڪاوڙ هئي جو سندس پيءُ عقبہ، چاچو شيبه، ڀاءُ وليد، پقين جا پٽ عبيد ۽ عاصي، عقبہ بن ابي معيط ۽ مڙس ابوسفيان جو پٽ حنظلہ مسلمانن جي هٿان بدر جي جنگ ۾ مارجي ويا هئا سو ان انهيءَ مهل وڃي ڪافرن کي ٻڌايو تہ (حضرت) محمد (صلى الله تعالىٰ عليه وسلم) جن جي نياڻي مدينہ وڃي رهي آهي ان کي فوراً روڪيو وڃي. ان سفر ڪرڻ وقت سيده زينب علىٰ ابيها وعليها الصلواة والسلام جي پاڪ وجود ۾ ڇهن مهينن جو ٻار هو. حضرت ابوالعاص پنهنجي ڀاءُ ڪنانة بن الربيع کي

www.maktabah.org

چيو ته سيده زينب کي ياجج نالي واديءَ ۾ پهچاءِ جتي زيد بن حارثه ۽ هڪ انصاري اصحابي سڳورا ڪيس مدينې پهچائڻ جي انتظار ۾ هوندا. ڪنانه بن الربيع پنهنجي ڀاڄائيءَ سيده زينب کي ڏينهن جو اٺ تي سوار ڪري ۽ پاڻ اٺ جي مهار هٿ ۾ وٺي پنڌ روانو ٿيو. قريشي ڪافر تازيو بينا هئا اهي سندس اڳيان آيا ۽ ڪيس چيائون ته: مسلمانن جي هٿان اسان جا ڪيترا قريشي سردار بدر ۾ مارجي ويا آهن ۽ اهي ڦٽ اسان جي دلين تي اڃان تازا بينا آهن ته تون ڏينهن جو کليءَ طرح (حضرت) محمد (صلى الله تعالىٰ عليه وسلم) جن جي ڌيءُ زينب (رضي الله عنها) کي مديني پهچائڻ لاءِ وٺيو ٿو وڃين؟ ان چوڻ کان پوءِ هبار بن اسود اسديءَ ڪافر، ان اٺ کي جنهن تي سيده زينب رضي الله عنها سوار هئي اهڙو سخت تير هنيو جو اٺ تير لڳڻ شرط هلڻ کان عاجز ٿي تڪڙو ويهي رهيو ۽ ان جي اوچتي تڪڙي ويهڻ جي ڪري سيده زينب سائڻ رضي الله عنها هڪ پٿر تي وڃي ڪري ۽ سندس وجود مان چئن مهينن وارو ٻار ٻاهر نڪري آيو. ڪنانة بن الربيع به تير ڪڍي انهن ڪافرن تي وار ٿي ڪيو ته ابوسفيان ڪيس چيو ته: تير بند ڪر مان توسان ڪجهه ڳالهائيندس. ڪنانه چيس ته: ڳالهاءِ ڇاٿو ڳالهائين؟

www.maktabah.org

ابوسفيان چيس تہ (حضرت) محمد (صلی الله تعالیٰ عليه وسلم) جن جي نياڻيءَ کي ڏينهن جو مکي جي شهر مان مديني وٺي وڃڻ اسان جي توهين ۽ بي عزتي آهي هينئر واپس وڃ جڏهن رات پوي ۽ ماڻهو سڀ ننڊ ۾ هجن تہ پوءِ پلي وٺي وڃ تانتہ اسين ماڻهن کي ٻڌايون تہ اهو ڪم چوريءَ ٿيو اسان کي خبر ناهي. ان طريقي سان اوهان جو مقصد حاصل ٿي ويندو ۽ اسان تان ڪلون ٽري وينديون. ڪنانہ جڏهن سيده زينب رضي الله تعالیٰ عنها جي ويجهو ان پٿر وٽ پهتو تہ ڏٺائين تہ سائڻ جو حمل وارو ٻار ڪري پيو آهي ۽ سندس جسم اطهر مان رت تمام گهڻو وهي هليو آهي مجبوراً سائڻ کي ان مهل موٽائي گهر وٺي آيو ۽ ان تڪليف جي باوجود بہ رات جو ڪيس اٺ تي ويهاري ابوالعاص جي وعدي نياهڻ لاءِ سيده کي ياجج نالي واديءَ ۾ انتظار ڪندڙن زيد بن حارثہ ۽ هڪ انصاري صحابيءَ وٽ پهچايائين.

## حضرت زينب رضي الله عنها جي مديني منوره ۾ تشريف آوري

سيده زينب رضي الله عنها کي وات ۾ تڪليف پهچڻ واري خبر جڏهن مديني منوره ۾ پهتي تہ سيدنا رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن کي ان ڳالهہ

www.maktabah.org

جو سخت ڏک رسيو ۽ پاڻ پنهنجن اصحابن سڳورن رضي الله تعالىٰ عنهم کي حڪم ڪيائون ته جڏهن به اوهان کي سيده زينب جي اٺ کي تير هڻندڙ هبار بن اسود اسدي ۽ ان جو ساٿي نافع بن عبدقيس هٿ اچن ته ڪين گرفتار ڪري جيئرو ئي باهه ۾ وجهي ساڙجو، مگر وري به رحمة للعالمينيءَ جو اظهار ڪندي اصحابن کي فرمايائون ته "ساڙڻ جي بجاءِ انهن کي قتل ڪري ڇڏجو." پر جڏهن سيده زينب رضي الله تعالىٰ عنها مدينه منوره ۾ تشريف فرما ٿي ۽ حضور عليه الصلواة والسلام جن پنهنجيءَ پياريءَ نياڻيءَ جي اچڻ جي ڪري تمام گهڻو خوش ٿيا ته محبوب عليه الصلوا والسلام جن جي خوش ٿيڻ جي ڪري مديني جي رهندڙ سيني مسلمانن ۾ خوشيءَ جي لهر اچي وئي. ڇوته آقا جي خوشي حقيقت ۾ سيني سچن غلامن جي خوشي آهي. مديني منوره ۾ سيده زينب سائڻ ڇهه سال رهي ۽ اجان سندس مڙس مسلمان نه ٿيو هو ته به سائڻ مايوسيءَ کان آزاد هئي ۽ کيس يقين هو ته سندس ور نيٺ مسلمان ٿيندو. مڙس جي غيرموجودگيءَ ۾ سيده سڳوري پنهنجي قربدار ۽ ڪريم والد صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي سنڀال هيٺ رهي.


RAZA LIBRARY
www.maktabah.org

## حضرت ابوالعاص جو مسلمان ٿيڻ

هڪ ڀيري جمادي الاوليٰ مهيني ۾ رات جو سيده سائڻ سوچيندي رهي ته هن وقت تائين ڪيترا اهي ماڻهو جيڪي اڳ ۾ دين جا دشمن هيا سي مسلمان ٿي چڪا آهن. منهنجو مڙس ابوالعاص ڇونه ٿو مسلمان ٿئي؟ انهن سوچن ۾ رهندي فجر جي نماز جو وقت ويجهو آيو ته ڪنهن ماڻهوءَ سائڻ جي دروازي کي کولڻ لاءِ کڙڪايو سائڻ دروازو کوليو ته سندس مڙس ابوالعاص اندر لنگهي آيو. سيده پڇيس ته: ابوالعاص آهين؟ چيائين ته هائو مديني منوره کان ٻاهران گرفتار ٿي ٿيس پيچي تو وٽ پهتو آهيان پر مون کي گرفتار ڪرڻ وارا به پويان اچي رهيا آهن. سائڻ پڇيس ته مسلمان ٿيڻ آيو آهين يا ڪا ٻي ڳالهه آهي؟ چيائين ته مسلمان ٿيڻ لاءِ نه آيو آهيان شام جي ملڪ کان واپار ڪري موٽيس ته رستي ۾ زيد بن حارثه ۽ سندس ساٿين مون کي گرفتار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر مان سامان وغيره ڇڏي ڀڄي آيو آهيان اوهان جي پناهه ورتي آهي. سائڻ کيس تسلي ڏيندي فرمايو ته: مرحبا، اي علي ۽ امامة جا پيءُ! ڀلي آئين. سائڻ پنهنجي مڙس کي ويهاري ۽ پاڻ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي خدمت ۾ سفارش ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ته نبوي مسجد ۾ حضرت

www.maktabah.org

بلال جي بانگ ٻڌائين ۽ سوچيائين ته جيستائين مان حضور عليه الصلواة والسلام جن جي حويلي مبارڪ تائين پهچان تيستائين متان ڪو ابوالعاص کي تڪليف ڏئي وڃي مان اتي رهان جڏهن حضور صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن نماز شروع ڪندا ۽ سڀ اصحابي به ساڻن نماز ۾ مشغول ٿيندا پوءِ وڃي مسجد نبويءَ جي دروازي تي چئي اچان ته: ابوالعاص کي مون پناهه ڏني آهي ان جو ڪوبه نالو نه وٺي. ائين سوچي نبوي مسجد جي دروازي تي آئي ۽ اچي فرمايائين ته: اي انسانو! مون پنهنجي مڙس ابوالعاص کي پناهه ڏني آهي. ان جي ڪري ڪوبه ڪيس ايذائڻ لاءِ نه سوچي. (١) سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن نماز پڙهائي اصحابن کي متوجه ٿي فرمايو ته "هَلْ سَمِعْتُمْ مَا سَمِعْتُ؟" جيڪو مون ٻڌو اهو اوهان ٻڌو؟ عرض ڪيائون ته "هائو" پاڻ فرمايائون ته: جنهن کي زينب پناهه ڏني آهي ان کي اسان به پناهه ڏني آهي." تنهن کان پوءِ پاڻ پنهنجيءَ نياڻيءَ سيده زينب رضي الله عنها جي گهر آيا ساڻن ڪين ڏسندي ئي عرض ڪيو ته يارسول الله! مون ابوالعاص کي پناهه ڏني آهي جو منهنجي اولاد جو ابو آهي. پاڻ ڪيس فرمايائون ته

(١) الاصابة ص٣١٢ ج٤ وتاريخ طبري ص٢١٣ جلد١

www.maktabah.org

”پياري نياڻي! ابوالعاص جي رهائڻ، عزت ۽ احترام ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪجانءِ پر هينئر الله تعالىٰ جي حڪم مطابق مسلمان عورت ڪافر مرد تي حرام ٿي چڪي آهي جيستائين ابوالعاص مسلمان نہ ٿيندو تيستائين تون ان جي لاءِ حلال ناهين؟ جڏهن سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن اهو ارشاد فرمائي اٿيا تہ سيده زينب سائڻ رضي الله تعالىٰ عنها ابوالعاص کي فرمايو تہ: ابوالعاص! ڇا اسان جي جدائي تولاءِ آسان آهي؟ جواب ڏنائين تہ نہ! پر مڪي پاڪ جي ڪيترن ڪافرن جا سامان مون وٽ امانت طور پيل آهن. جيڪڏهن اهي انهن کي پهچائڻ کان سواءِ مان هتي مسلمان ٿي ويهي رهان تہ اها انهن جي امانتن ۾ خيانت ٿيندي. اها رات بہ گذري. صبح جو نبي پاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن ماٺهو موڪلي ابوالعاص کي گهرايو ۽ ڪيس گرفتار ڪندڙن اصحابن کي فرمايو تہ ”اوهان کي جيڪو مال هٿ آيو آهي اهو هن کي منهنجي نياڻي هجڻ جي ڪري موٽائي ڏيو تہ پلو ۽ اها ڳالهہ مون کي پسند آهي.“ سيني هڪ آواز ٿي ڪين عرض ڪيو تہ: بالڪل موٽائي ڏينداسون يارسول الله! اوهان صرف ارشاد فرمايو. ان کان پوءِ ابوالعاص موڪلائي سمورو سامان کڻي مڪي مڪرمہ ڏانهن

www.maktabah.org

روانو ٿيو ۽ جڏهن اتي پهتو ته مڪي جي قريشين گڏ ٿي ڪـانئس تفـصـيلي احـوال پڇڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪيئن بچي آئين؟ ڪيئن سامان به سلامتيءَ سان آندو اٿئي؟ ابوالعـاص چيو ته: ٻيون ڳالهيـون پوءِ ڪيـو اول پنهنجو سـامـان سربستـو وٺـو جڏهن هرڪنهن پنهنجو سـامـان ورتو ته وري پڇيـائين ته ڪو ذرو پرزو رهيـو ته ڪونه؟ سڀني چيـو ته اسان توکي وفادار ۽ ڪريم لڌو آهي ۽ تو سڀني جو سـمورو سـامـان سـلامـتيءَ سـان پهچايو آهي.

## حضرت ابوالعاص رضي الله عنه جو مڪي ۾ اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان

هر ڪنهن کي سندس سـامـان پهچائڻ کـان پوءِ حـضـرت ابوالعـاص سـڀني ڪافـرن کي خطاب ڪندي فرمـايو ته: هاڻي مـان شـهـادت جو ڪلمـو پڙهي اوهان جي روبرو مسلمان ٿيان ٿو جيڪڏهن مان مدينه طيبه ۾ ڪلمـو پڙهي مـسلمـان ٿي رهي پوان ها ته اوهان سـڀئي چئو ها ته: اسان جي مال، ملڪيت کي هضم ڪرڻ لاءِ مـسلمـان ٿيـو. هاڻي مان الله تعالىٰ جو حـمـد ٿو ڪيان جنهن مـون کي امـانتـون ادا ڪرڻ جي توفيق ڏني ۽ مان اڄ کان وٺي مسلمان آهيان. تنهن کان پوءِ مڪي مڪرمه مـان الوداع ڪري مديني منوره ڏانهن روانو ٿيـو. سـفـر

www.maktabah.org

ڪندي مديني منوره پهچي سيده زينب رضي الله عنها جي گهر جي اڳيان لنگهي نبوي مسجد ۾ گهڙي سڌو حضور عليه الصلواة والسلام جن جي اڳيان آيو ۽ سندن پاڪ هٿ تي بيعت ڪري اصحاب ڪرام جي زمري ۾ شامل ٿيو. ڪيس حبيب پاڪ، صاحب لولاڪ، سياح افلاڪ صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي بيعت ڪندي ڏسي اصحابن سڳورن خوشيءَ مان الله اڪبر جا نعرا هنيا. بيعت ڪرڻ ڪان پوءِ ادب سان عرض ڪري پڇيائين ته: هاڻي اوهان جي نياڻي زينب مون لاءِ حلال آهي؟ پاڻ سندس ان عرض ڪي ٻڌي مسجد مان اٿيا ۽ ابوالعاص سان گڏجي سيده زينب جي گهر اچي ان ڪي سڏي فرمايائون ته: هيءُ تنهنجو مڙس آيو آهي ۽ مسلمان ٿيو آهي. (١)

## سيده زينب رضي الله عنها جو اولاد

مٿي سيده جي هجرت جي واقعي ڪي بيان ڪندي لکي آيا آهيون ته سائڻ ڪي اٺ تان ڌڪو اچڻ جي ڪري سندس وجود مان ڇهن مهينن جو ٻار ڪري پيو هو. باقي ڪيس اولاد هڪ پٽ هو جنهن جو نالو علي هو ۽ هڪ نياڻي هئي جنهن جو نالو امامه (همزه

(١) الاستيعاب ص١٢٨ ج٤ الاصابة ص١٢٢ ج٤

www.maktabah.org

جي پيش سان) هو.(١) حضور عليہ الصلواة والسلام
جن جڏهن مڪي مڪرم ڪي فتح ڪري اندر داخل ٿيا هئا
تہ ساڻن سواريءَ تي پيلهہ چڙهيل اهو سيده زينب سائڻ
جو پٽ علي بن ابي العاص رضي الله عنهما هو. (٢)
سيده زينب جي نياڻي امامہ رضي الله تعالىٰ عنها
حضرت حبيب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن
کي تمام گهڻي پياري هوندي هئي. علامہ ابن الاثير
لکيو آهي تہ: ولدت عليٰ عهد رسول الله صلى الله
تعالىٰ عليه وسلم وكان يحبها وحملها في الصلواة
وكان اذا ركع او سجد تركها واذا قام حملها (٣) يعني
امامہ سائڻ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه
وسلم جن جي وقت ۾ جائي هئي ۽ پاڻ ان سان تمام
گهڻي محبت رکندا هئا ۽ کيس نماز ۾ کڻندا هئا جڏهن
رکوع ۽ سجدو ڪندا هئاتہ کيس ڇڏيندا هئا ۽ جڏهن
اٿي بيهندا هئا تہ وري کيس کڻندا هئا. ام المؤمنين
سيده عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ
هڪ ڀيري سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم
جن کي هڪ سنو هار هديو ۾ مليو. پاڻ فرمايائون تہ

(١) البداية والنهاية ص٣٥٤ جلد٦ زرقاني شرح
المواهب ص١٩٧ جلد٣ (٢) اسدالغابة ص٤٦٧ ج٥
(٣) اسدالغابة ص٤٠٠ ج٥

www.maktabah.org

هي هار مان پنهنجي اهل مان وڏيڪ پياريءَ کي ڏيندس.
پوءِ پاڻ اهو امامة رضي الله عنها کي سڏي سندس ڳچيءَ
مبارڪ ۾ پنهنجن پاڪ هٿن سان پاڻ پارايائون. (١)
هڪ ڀيري حبيبن ڪريمن صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن
جي لاءِ حبش ملڪ جي بادشاهه نجاشيءَ هڪ وڳو
هديو ڪري موڪليو ان ۾ هڪ سون جي سهڻي تهيل
منڊي هئي ته پاڻ اها به حضرت زينب جي نياڻيءَ ۽
پنهنجيءَ پياري ڏهٽيءَ امامه رضي الله عنها وعن
والدتها کي ڏنائون. (٢) سيده فاطمه زهراءِ رضي الله
تعالىٰ عنها جي وفات کان پوءِ سيده جي ئي وصيت
موافق حضرت علي المرتضىٰ سائين جن حضرت بيبي
امامه بنت زينب سان نڪاح ڪيو هو. (٣) ۽ ان امامة
سائڻ مان حضرت علي رضي الله عنه کي هڪ پٽ ڄائو
هو جنهن جو نالو محمد اوسط رکيو ويو هو. شيعن جي
مشهور مصنف حاجي عباس قمي صاحب لکيو آهي ته:
محمد اوسط که مادر او امامه دختر زينب دختر رسول
خدا صلي الله عليه وسلم بوده (۴)

(١) حوالو ساڳيو
(٢) زرقاني شرح المواهب ص١٩٧ جلد٣
(٣) البداية والنهاية ص٣٥۴ جلد٥
(۴) منتهي الآمال ص١٨٦ جزءِ١

www.maktabah.org

## سيده زينب بنت النبي صلى الله عليه وآله وسلم جي وفات

حضرت ابوالعاص بن الربيع جڏهن مسلمان ٿي مديني پاڪ ۾ سڪونت اختيار ڪئي ته هڪ سال تائين سائڻ جي طبيعت به صحيح ۽ تندرست رهي پر ائين سال هجريءَ جي شروعات ۾ سيده زينب رضي الله عنها ان ڏک اچڻ ۽ بار ڪرڻ جي اثر جي ڪري جيڪي هجرت جي رات پيش آيا هئا طبيعت ۾ ناساز ٿي ۽ جلدي وفات ڪيائين. ان سخت صدمي جو اطلاع حضور عليه الصلواة والسلام جن جي خدمت ۾ پهچايو ويو پاڻ پنهنجيءَ پياري نياڻيءَ جي مٿان اچي بيٺا ۽ نهايت ئي ڏکويل ۽ غمگين نظر اچي رهيا هئا.

## سيده زينب شهيد آهي

طبراني شريف صحيح سند سان حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي ته حضرت سيده زينب ڪافر جي طرفان اٺ کي تير لڳڻ جي ڪري پٿر تي ڪري هئي ۽ سندس ڇئن مهينن جو پيٽ وارو بار به ضايع ٿيو هو (جيئن مٿي به پيرا لکي آيا آهيون) ۽ ان ئي تڪليف ۾ واصل الى الله ٿي هئي

www.maktabah.org

ان جي ڪري پاڻ شهيد آهي. (١)

## وهنجارڻ واريون عورتون

سيده زينب سائڻ کي وهنجارڻ واري هڪ روايت موجب صرف بيبي ام عطيہ هئي. (٢) ۽ ٻي روايت موجب سائڻ کي وهنجارڻ واريون حضرت بيبي ام ايمن، ام المؤمنين سيده سودة بنت زمعه ۽ ام المؤمنين سيده ام سلمه رضي الله عنهن هيون. ۽ ام عطيہ به اتي آئي هئي. (٣) سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن انهن کي فرمايو هو ته! زينب کي غسل اکيءَ جي عدد ٽي ٽي (٣) يا پنج (٥) ڀيرا ڏيارجو- غسل ڏيارڻ کان پوءِ ڪين اطلاع ڏنو ويو ۽ پاڻ پنهنجيءَ شهيد ۽ مظلوم نياڻيءَ جي جنازي نماز پڙهايائون. ان کان پوءِ جڏهن سائڻ جي جسد پاڪ کي دفن ڪرڻ جي لاءِ جنت البقيع ۾ آيا ۽ قبر مبارڪ اڃ ۾ تيار ڪئي وئي هئي ته پاڻ سندس قبر مبارڪ ۾ لهي دعا فرمايائون ۽ جڏهن ٻاهر آيا ته ٻڌايائون ته مون کي پنهنجيءَ نياڻيءَ جي نازڪ مزاج ۽ نهايت ضعيف طبيعت جو احساس ٿيو. مون ان جي قبر ۾ لهي الله تعالىٰ کان دعا گهري ته

(١) زرقاني شرح المواهب ص١٩٦ جلد٣
(٢) صحيح بخاري ص١٦٨ جلد١
(٣) زرقاني شرح المواهب ص١٩٥ جلد٣

www.maktabah.org

يااللہ! منهنجيءَ نياڻيءَ کي قبر جي هر قسم جي تنگيءَ ۽ تڪليف کان بچائجانءِ. الله تعالىٰ اها منهنجي دعا قبول فرمائي“ ۽ انڪان پوءِ انڪي جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ويو. ”اِنَّا لِلهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ“

## سيده زينب رضي الله عنها جي فضيلت

محدث حاڪم ۽ طحاويءَ نهايت جيد سند سان ام المؤمنين سيده عائشہ رضي الله عنها کان روايت آندي آهي تہ جڏهن مڪي پاڪ مان هجرت ڪرڻ وقت سيده زينب رضي الله عنها کي ايذايو ويو تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن فرمايو ”هِيَ اَفْضَلُ بَنَاتِيْ اُصِيْبَتْ فِيَّ“ (١) يعني اها منهنجي نياڻين ۾ نهايت پلي آهي جيڪا منهنجي (دين جي) محبت ۾ تڪليفون پهچائي وئي آهي.

## حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ جي وفات

سيده زينب بنت النبي صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جي دنيا تان رحلت جي صدمي حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ کي بہ سخت متاثر ڪيو مگر الله تعالىٰ جي رضا تي راضي رهڻ کان سواءِ ٻانهي کي رستو ڪهڙو آهي؟ صبر ۾ رهندي پنهنجي پٽ علي ۽

(١) زرقاني شرح المواهب ص١٩٥ جلد٣

www.maktabah.org

نياڻيءَ امامہ رضي الله عنهما سان دل وندرائڻ لڳو حضرت حبيب اڪرم، نورمجسم، صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن بہ پنهي ٻچن کي نهايت پيار ڏيندا ۽ سنڀاليندا هئا ۽ پنهنجي پياريءَ نياڻيءَ جي نالي کي عام ڪرڻ جي لاءِ پين جي نياڻين جو نالو بہ زينب رکندا هئا. (١) ۽ سيده فاطمہ زهراءِ رضي الله عنها بہ پنهنجيءَ پياريءَ ۽ وڏي ڀيڻ جي نالي کي ياد رکڻ جي لاءِ پنهنجيءَ هڪ نياڻيءَ جو نالو زينب رکيو هو، جيڪا حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنهما پائرن سان ڏکن ۾ ساٿياڻي رهي هئي. المطلب تہ حضرت ابوالعاص رضي الله عنہ انهن سڀني مرحلن مان لنگهندي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه جي خلافت جي دور سنہ١٢ هجري، ذوالحج مهيني ۾ مدينہ طيبہ ۾ وفات ڪئي. (٢) "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ"

## سوال

جيئن سيده خاتون جنت حضرت فاطمہ زهراءِ رضي الله عنها حضور عليہ السلام جن جي نياڻي آهي ۽ ان جو اولاد دنيا تي موجود آهي جن سان ماڻهو محبت ۽ عقيدت رکن ٿا تيئن جيڪڏهن سيده زينب بہ

(١) تزاجم سيدات بيت النبوة ص٥٢٥

(٢) البداية والنهاية ص٣٥٤ جزءُ ٦ الاصابة ص١٢٣ ج٤

www.maktabah.org

حضور عليه الصلواة والسلام جن جي سڳي، صلبي ۽ حقيقي نياڻي هئڻ ته ان جو اولاد ڪٿي آهي؟

## جواب

اسين مٿي لکي آيا آهيون ته سيده زينب کي هڪ پٽ هو جنهن جو نالو علي رکيو هيائون ۽ اهو بالغ ٿيڻ جي قريب هو ته وفات ڪري ويو. ان جي ڪري ان جو اولاد به نه ٿيو ۽ سائڻ کي هڪ نياڻي هئي جنهن جو نالو امامة هو حضرت ابوالعاص رضي الله عنه وفات ڪرڻ وقت پنهنجي ماروٽ حضرت زبير بن عوام بن خويلد بن اسد رضي الله عنه کي وصيت ڪئي هئي ته سندس نياڻي امامه جو نڪاح پاڻ ڪنهن مناسب جاءِ تي ڪرائي. جڏهن سيده فاطمه زهراءِ رضي الله عنها وفات ڪئي ته حضرت زبير رضي الله عنه سيده امامه جو نڪاح حضرت علي رضي الله عنه سان ڪرايو. بخاري شريف جي شارح علامه بدرالدين عيني لکيو آهي ته: وتزوجها علي ابن ابي طالب بعد موت فاطمة فولدت منه محمدا (١) يعني سيده فاطمه جي وفات کان پوءِ حضرت علي رضي الله عنهما سيده امامه سان نڪاح ڪيو هو جنهن مان کيس پٽ ڄائو هو جنهن جو نالو محمد رکيو هيائون ۽ اهو علوي ساداتن ۾ شمار

(١) عمدة الفاري شرح البخاري ص٣٠٢ جلد٢ جزء٤

www.maktabah.org

ٿي ويو. ان جي ڪري سيده زينب جو اولاد دنيا تي نہ ٿو ملي.

## سوال

ڇا حضرت زينب سائڻ رضي الله عنها جو حضرت ابوالعاص بن الربيع رضي الله عنہ سان نڪاح شيعن جي ڪتابن مان ثابت آهي؟

## جواب

هائو بالڪل ڪيترن ڪتابن مان ثابت آهي پر هتي اختصار کي نظر ۾ رکندي صرف ٻہ حوالا پيش خدمت آهن اميد تہ مڃڻ واري لاءِ ڪافي ٿيندا.

(١)

شيعن جي مشهور مصنف ملا باقر مجلسي صاحب لکيو آهي تہ: وتزويج کرد بابي العاص بن ربيع کہ از بني اميه بود زينب را (١) يعني سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن بني اميه مان ابوالعاص بن ربيع سان سيده زينب جي شادي ڪرائي هئي.

(٢)

انهن ٿي لفظن جي لڳ ڀڳ لفظ آڻيندي مشهور شيعي مصنف حاج عباس قميءَ لکيو آهي تہ: وزينب را

(١) حيواة القلوب فارسي ص٧١٨ جلد٢

www.maktabah.org

بابي العاص بن ربيع کہ از بني اميه بود الخ (۱) يعني حضرت نبي اکرم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن زينب سائڻ جي شادي بني اميه مان ابوالعاص بن ربيع سان ڪرائي هئي.

## سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام جن جي ٻي نياڻي سيده رقيه رضي الله عنها وعن زوجها ولادت

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ نبين جي سرتاج، صاحب معراج صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي ٻي حقيقي، صلبي ۽ سڳي نياڻي سيده رقيه رضي الله تعالىٰ عنها وعن زوجها پنهنجيءَ پياريءَ ڀيڻ سيده زينب رضي الله عنها وعن زوجها کان ٽي (۳) سال پوءِ ڄائي هئي ۽ ان وقت حبيب پاڪ عليه الصلواة والسلام جن جي عمر مبارڪ ٽيٽيهہ سال هئي. (۲) سيده رقيه پنهنجيءَ ڀيڻ سيده زينب سائڻ رضي الله تعالىٰ عنها وعن زوجها سان گڏ وڏي ٿي ۽ پنهنجي والد حضور عليه الصلواة والسلام جن ۽ والده سيده خديجه ڪبرىٰ رضي الله عنها کان سهڻن اخلاقن، پيارين عادتن، پرائڻ جي ڪري نهايت بااخلاق ۽ سهڻي مزاج جي مالڪياڻي

(۱) منتهي الآمال ص۱۰۰ جزء ۱

(۲) زرقاني شرح المواهب ص۱۹۷ جلد۳

www.maktabah.org

هئي. الله تعالىٰ کيس جيئن ظاهري حسن ۽ جمال بي مثال بخشيو هو تيئن پاڻ نيڪ دل-صاف باطن ۽ نهايت عقل مند ۽ داناءُ هئي. سندس رڳ رڳ ۾ ختم نبوت جي تاجدار، نبي نامدار صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو رت مبارڪ روان دوان هو ان جي ڪري پاڻ علم ۽ عمل، فهم ۽ فراست، شرم ۽ حياء، دانائي ۽ سليقه شعاري، پاڪدامني ۽ پرهيزگاريءَ ۾ نهايت اهم مقام تي فائز هئي.

## اسلام قبول ڪرڻ

جڏهن ام المؤمنين حضرت بيبي خديجه رضي الله تعالىٰ عنها حضور عليه الصلواة والسلام جن تي ايمان آڻي اسلام قبول ڪيو هو ته ان وقت سيده رقيه ۽ سندس ڀينرن به گڏ ايمان آندو هو. (١)

## پهريون نڪاح

جڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن پنهنجيءَ وڏيءَ نياڻيءَ سيده زينب رضي الله تعالىٰ عنها جو نڪاح حضرت ابوالعاص بن الربيع رضي الله عنه سان ڪرايو جيڪو سيده خديجه رضي الله عنها جو ڀاڻيجو هو تڏهن حضور صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن

(١) طبقات ابن سعد ص٢۴ ج٨ تحت ذڪر رقية بنت رسول الله صلى الله عليه وسلم

www.maktabah.org

جا چاچا ۽ ڏاڏنگ ﭴ ٻيا مائٽ فڪرمند ٿي پيا ته متان حضور عليه الصلواة والسلام جن جون ٻيون نياڻيون به ناناڻن ڏي وڃن سوچي سوچي حضرت ابوطالب کي پاڻ سان وٺي هڪ وفد جي صورت ۾ اچي سيدنا رسول الله صلي الله تعالىٰ عليه وسلم جن سان مليا. حضرت ابوطالب حضور عليه الصلواة والسلام جن کي احوال ڏيندي عرض ڪيو ته اي منهنجي ڀاءُ جا فرزند! اوهان پنهنجي خيال مبارڪ سان وڏي نياڻي ابوالعاص بن ربيع کي ڏني آهي، نيڪ ٿيو، پر هاڻي اوهان جي چاچي ابولهب جا پٽ اوهان جي خدمت ۾ ان لاءِ پاڻ به آيا آهن ۽ اسان کي به وٺي آيا آهن ته اوهان پنهنجون ٻه نياڻيون رقيه ۽ ام ڪلثوم انهن کي نڪاح ڪري ڏيو. اهي نسب، شرف ۽ شان جي لحاظ سان ابوالعاص کان گهٽ ناهن. پاڻ فرمايائون ته چاچا! اوهان مون کي ان معاملي ۾ سوچڻ جي لاءِ ڪجهه وقت ڏيو ۽ ٻڌايو ته چاچي ابولهب جي ڪهڙن پٽن لاءِ ٿا فرمايو؟ ابوطالب سائين چيو ته ١- هڪ عتبه ٢- ٻيو عتيبه

## ابولهب جو تعارف

چاڻ گهرجي ته ابولهب جو نالو عبدالعزىٰ هو ۽ ان جي ماءُ جو نالو لبنىٰ بنت هاجر خزاعيه ۽ نانيءَ جو

www.maktabah.org

نالو هند بنت عمرو بن عبد هو جيڪا تيم بن مره قبيلي مان هئي. (١) جڏهن ابولهب جي پٽن عتبه ۽ عتيبه جي لاءِ سيده رقيه ۽ ام ڪلثوم جي سڱن گهرڻ جي خبر ام المؤمنين سيده خديجه ڪبرىٰ رضي الله عنها کي پئي ته في الحال ته پاڻ سوچ ۾ پئجي وئي ڇو ته ابولهب جي گهرواري ام جميل بنت حرب نهايت پٽردل، بيوقوف، عقل کان خالي ۽ گندي ذهن واري هئي ان جي پٽن کي نياڻيون ڏئي ان سان هڪ گهر ۾ رهائڻ سوچڻ جهڙي ڳالهه به هئي پر ان هوندي به سيده خديجه رضي الله عنها حضور عليه الصلواة والسلام جن جي پاڪ دل تي بار وجهڻ ۽ چاهڻ ۽ سندن پاڪ ذات جي ڳالهين ۾ رڪاوٽ بنجڻ کي نامناسب سمجهيو تنهنجي ڪري خاموش رهي. هوڏانهن اها ڳالهه جڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن جي پيارين نياڻين تائين پهتي ته انهن به پاڻ ۾ هن نموني ڳالهايو ام ڪلثوم رقيه سان مخاطب ٿي فرمايو ته "رقيه! ڇا ٿي سمجهين؟ بابا سائين جيڪڏهن توکان ان باري ۾ ڪجهه پڇيو ۽ ضرور پڇندو ته ڇا چوندينءَ؟ رقيه: مان بي فرمان ٿي انڪار نه ڪنديس. تون ڇا چوندينءَ؟ ام ڪلثوم: مون به تووارو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي." نيٺ حضور عليه الصلواة

(١) تراجم سيدات بيت النبوة ص ٥٢٦

www.maktabah.org

والسلام ۽ سيده خديجه سائڻ جي پاڻ ۾ صلاح ٿي ۽ پنهي نياڻين جو رشتو عتبه ۽ عتيبه سان ڪرڻ جو فيصلو طئي ٿي ويو ۽ رقيه جو عتبه سان ۽ ام ڪلثوم جو عتيبه سان نڪاح ڪيو ويو. (١)

## عتبہ ۽ عتيبه جي طرفان پنهنجين نڪاح ڪيلن رقيه ۽ امِ ڪلثوم کي طلاقون ڏيڻ

معلوم رهي ته جڏهن حبيبن ڪريمن صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن نبوت جي اظهار کان پوءِ مڪه مڪرمه جي رهاڪن، قريشين وغيرهم کي سڏي الله تعالیٰ جي توحيد ايمان ۽ اسلام جي دعوت ڏيندي ڪفر، بت پرستيءَ وغيرها کان جهليو ته ابولهب سندن بي ادبي ڪندي ڪين چيو هو: تَبًّا لَكَ اَلِهٰذَا جَمَعْتَنَا- تنهنجي لاءِ هلاڪت آهي ڇا تو اسان کي هن لاءِ گڏ ڪيو آهي؟ تڏهن الله تعالیٰ ان بي ادب جي باري ۾ "تَبَّتْ يَدَا اَبِيْ لَهَبٍ" پوري نازل ڪري فرمايو ته: ابولهب جا ٻئي هٿ ۽ پاڻ هلاڪ ٿيو (منهنجو نبي عليه الصلوٰة والسلام هلاڪت کان پاڪ آهي) اها سورة ٻڌي ابولهب ۽ سندس گهرواري ام جميل بنت حرب ۽ ٻين قريشين پاڻ ۾ گڏجي فيصلو ڪيو ته (حضرت) محمد (صلی الله تعالیٰ عليه وسلم) جن جي ٻنهي

(١) الاستعياب بهامش الاصابه ص٢٩٩ جلد٤

www.maktabah.org

نياڻين زينب، رقيہ، ام ڪلثوم رضي الله عنهن ڪي طلاقون ڏياريون وڃن ۽ انهن ڪي اسان جي قريشين مان ڪوبہ نڪاح ۾ نہ وٺي تانتہ ان پوري خاندان کي صدمو پهچي ۽ طلاق ڏيندڙ نوجوان قريشين مان جيڪي بہ ڪنواريون، حسن واريون عورتون پسند ڪن سندن انهن سان نڪاح ڪرايو وڃي. سيده زينب جي مڙس تہ ڪين اتندي ئي سڪو جواب ڏنو هو تہ مان نہ طلاق ڏيندس ۽ نہ ٻي ڪا قبول ڪندس. جيئن ان جو بيان سيده زينب رضي الله عنها جي حالات ۾ لکي آيا آهيون (والحمد لله علىٰ ذالک) باقي ابولهب ۽ سندس زال ام جميل پنهنجن پٽن عتبہ ۽ عتيبہ کي مجبور ڪري طلاقون ڏياريون. (١)

## عتبہ ۽ عتيبہ سان نڪاح ۽ وري انهن ٻنهي جي طرفان طلاق ڏيڻ جو ذڪر شيعن جي ڪتاب مان

شيعي مصنف نعمت الله الجزائري لکيو آهي تہ:
رقيہ (رضي الله عنها) سان عتبہ بن ابولهب جو نڪاح ٿيو هو پر پرڻجڻ کان اڳ ۾ ئي ان کي طلاق ڏئي ڇڏي هيائين. (٢) جاڻ گهرجي تہ حقيقت ۾ اهي سيده رقيہ

(١) الاستيعاب بهامش الاصابة ص٢٩٩ ج٤
(٢) الانوار النعمانية ص٣٦٧ ج١ تحت ذكر نورمولودي

www.maktabah.org

۽ ام ڪلثوم رضي الله عنهما جا قلبي احساس هيا جن کي الله تعالىٰ قبول ڪندي عتبہ ۽ عتيبہ سان ڪين پرڻجڻ ڪان ڀـريائين ئي طلاق جي ذريعي آزادي عطا ڪئي هئي.

## سوال

جڏهن عتبه ۽ عتيبه پاڻ ڪافر ۽ ابولهب جهڙي ڪافر جا پٽ هئا تہ پوءِ انهن سان نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن جهڙي سردار جي نياڻين جو نڪاح ڪيئن حلال ٿيو؟

## جواب

حرام يا حلال ڪرڻ تنهنجي يا اسان جي هٿ جي راند ناهي. الله تعالىٰ ئي حلال يا حرام جو فيصلو ڪرڻ فرمائي ٿو ۽ ان جي اذن سان سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن بہ حلال يا حرام ڪن ٿا جڏهن سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام جن پنهنجين ٽنهي نياڻين جا نڪاح ابوالعاص بن الربيع، عتبه ۽ عتيبه ابولهب جي پٽن سان ڪيا هئا تڏهن اجان مسلم ۽ غيرمسلم جي مٽي ۽ مائٽيءَ جي حرام هجڻ جو حڪم نازل نہ ٿيو هو. جڏهن اهو فرمان آيو تڏهن حضور عليہ الصلواة والسلام جن پنهنجيءَ نياڻيءَ

www.maktabah.org

سيده زينب رضي الله عنها کي مديني منوره ۾ سندس مڙس ابوالعاص جي اچڻ وقت منع ڪئي هئي ته "پياري نياڻي هاڻي جيستائين ابوالعاص مسلمان نه ٿيندو تيستائين تون ان جي لاءِ حلال ناهين." ان جي ڪري اهو سوال يا اعتراض ڪرڻ اجايو ۽ فضول آهي.

## سيده رقيه رضي الله عنها جو ٻيو نڪاح

جڏهن ابولهب جي ٻنهي پٽن عتبه ۽ عتيبه پنهنجي ڪافر پيءُ ۽ ڪافرياڻيءَ ماءُ جي زور رکڻ تي حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي ٻن نياڻين سيده رقيه ۽ سيده ام ڪلثوم رضي الله عنهما کي حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي پريشان ڪرڻ جي لاءِ طلاقون ڏياريون ته الله تعالىٰ پنهنجي محبوب رسول صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي پريشانين کي دور ڪرڻ جي لاءِ بهترين انتظام ڪندي ڪين سيده رقيه جي لاءِ مسلمانن مان سيدنا عثمان بن عفان رضي الله عنه کي منتخب فرمايو. سيدنا عثمان حضور عليه الصلوٰة والسلام جن سان پيءُ جي طرفان عبدشمس ۾ ۽ ماءُ جي لحاظ سان عبدالمطلب سائينءَ ۾ ملي ٿو. سندس نسب جو سلسلو پيءُ جي طرفان هيئن آهي: عثمان بن عفان بن ابوالعاص بن اميه بن عبدالشمس ۽ ماءُ جي

www.maktabah.org

طرفان هيئن آهي: عثمان بن اروىٰ بنت بيضآء المعروفه بام حكيم بنت عبدالمطلب- المقصد ته سيدنا عثمان بن عفان حضور عليه الصلواة والسلام جن جي ڦڦات (ڦڦيءَ جي ڌيءُ) جو پٽ هو. اصحابي سڀورا سڀ سندس اخلاق، اوصاف، ڪردار جا معترف ۽ مداح هيا. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه جو فرمان آهي ته: كان عثمان اوصلنا للرحم وكان من الذين آمنوا ثم اتقوا واحسنوا والله يحب المحسنين" يعني اسان ۾ عثمان سيني کان وڌيڪ مائٽي ڳنڍيندڙ، ۽ انهن مان هو جن ايمان آندو ان کان پوءِ تقويٰ اختيار ڪري، احسان جي مقام تي فائز رهيا ۽ الله تعالىٰ احسان ڪندڙن سان محبت ٿو رکي.

سيده رقيه جو حضرت عثمان سان نكاح الله تعالىٰ جي وحي سان ٿيو هو

## ١- حضرت ابن عباس جي روايت

علامه علي المتقي هندي سيدنا عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي ته نبي پاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو ته: الله تعالىٰ مون ڏانهن وحي موڪليو آهي ته مان پنهنجيءَ پياريءَ نياڻيءَ رقيه جو نڪاح عثمان بن عفان سان ڪرايان. (١)

(١) كنزالعمال ص٣٧٥ جلد٦ تحت فضائل ذي النورين

www.maktabah.org

## حضرت علي بن ابوطالب جي روايت

حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنه جو ذڪر ڪندي فرمايو ته: "زوجه رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم واحدة بعد واحدة" (١) يعني رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن عثمان کي هڪ (رقيه) کان پوءِ ٻي (ام ڪلثوم) نياڻي پرڻائي ڏني هئي.

حضور صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي طرفان هڪ نياڻي ڏيڻ ۽ ان جي وفات کان پوءِ ٻي نياڻي ڏيڻ حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنه جي لاءِ وڏو اعزاز، سندس نهايت سعادتمندي، خوش بختي ۽ خوشنصيبي آهي.
جڏهن حضرت عثمان ۽ سيده رقيه رضي الله عنهما جو نڪاح ۽ پرڻو ٿي ويو ۽ مڪي مڪرمه جي قريشي عورتن ۽ ٻين پاڙي وارين گهوٽ ۽ ڪنوار کي گڏ ويٺل ڏٺو ته انهن عورتن جي زبان تي هي شعر جاري هو:

اَحْسَنُ شَخْصَيْنِ رَاي اِنسَانُ
رُقِيَّةُ وَبَعْلُهَا عُثْمَانُ (٢)

---

(١) ڪنزالعمال ص٣٧٩ روايت ٥٨٧٥ ج٦ تحت فضائل ذي النورين
(٢) تفسير القرطبي ص٢٤٢ جلد١٤ تحت آيت قل لازواجک وبناتک سورة الاحزاب

www.maktabah.org

يعني وڏ ۾ وڏ بہ سهڻا شخص جيڪي ماڻهن ڏٺا هڪ سيده رقيہ پيو ان جو مڙس عثمان آهن.

## سيده رقيه جو پنهنجي مڙس حضرت عثمان رضي الله عنهما سان گڏ حبش ملڪ ڏانهن هجرت ڪرڻ جو بيان

رب العزت جل شانه جي رضا لاءِ گهر ۽ وطن ڇڏي نڪرڻ ڪي هجرت سڏيو ويندو آهي. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ هجرت ڪندڙن جي لاءِ ارشاد فرمايو آهي "وَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا فِي اللهِ مِنْ بَعْدِ مَا ظُلِمُوْا لَنُبَوِّئَنَّهُمْ فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَلَاَجْرُ الْآخِرَةِ اَكْبَرُ" (١) يعني جن ماڻهن ظلم ڏسڻ ڪان پوءِ الله تعاليٰ جي واٽ ۾ ان جي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ هجرت ڪئي ضرور انهن ڪي دنيا ۾ سٺي جاءِ ڏينداسون ۽ البت آخرت جو ثواب وڏو آهي.

جڏهن مڪي مڪرمہ ۾ رهندڙن قريشي ڪافرن مسلمانن تي ظلم جا مينهن وسايا ۽ ڪين لٽڻ، مارڻ، شهيد ڪرڻ جي بازار گرم ڪئي ۽ جيڪو مسلمان جنهن قبيلي مان هو ان قبيلي وارن ان سان زيادتي تي ڪئي تڏهن سيدنا رسول الله صلى الله تعاليٰ عليه وسلم جن (انهن مسلمانن عاشقن ڪي جن پنهنجين جانين جي قربانيءَ ڪي سعادت ٿي سمجهيو، الله تعاليٰ

---

(١) سورة النحل آيت ٤١

تي توڪل ڪندي ڪابہ سستي نہ ٿي ڪئي) هڪ ڏينهن
ارشاد فرمايو تہ "جيڪڏهن اوهان حبش ملڪ ڏانهن
هجرت ڪري وڃو تہ ڀلو رهندو ڇوتہ ان ملڪ جو
بادشاهہ ڪنهن سان بہ ظلم ۽ زيادتي ڪرڻ جي اجازت
نہ ٿو ڏي. اها سچ جي سرزمين آهي اتي جا ماڻهو آرام
۽ سڪون سان زندگي بسر ڪن ٿا. نيث الله تعالىٰ
اوهان جي لاءِ ڪونہ ڪو ٻيو رستو ڪوليندو پوءِ جيڪي
اصحاب سڳورا حبش جي ملڪ ڏانهن هجرت ڪري
نڪتا هئا انهن مان هڪ سيدنا عثمان بن عفان رضي
الله تعالىٰ عنہ بہ هو جنهن سان گڏ سندس اهليہ، نبي
مڪرم صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن جي نياڻي
سيده رقيہ رضي الله تعالىٰ عنها بہ هئي. (١) جنهن
وقت سائڻ پنهنجين مهربان ۽ پيارين پيئرن ڪان
موڪلائي حضرت عثمان سان سواريءَ تي سوار ٿي
رهي هئي ان وقت سندن نوراني نيڻن مان پاڻي وهي
رهيو هو. هي ٻئي گهوٽ ۽ ڪنوار ان جاءِ تي آيا جتي
ٻين هجرت ڪندڙن جي اچڻ جو پروگرام رکيل هو.
تقريباً ٻارهن (١٢) مرد ۽ چار عورتون ان سفر جي لاءِ
نڪتا هئا. (٢) سيني گڏجي الله تعالىٰ کان دعا گهري

(١) الروض الانف ص ٧٠ ج١
(٢) حاشية تراجم سيدات بيت النبوة ص٥٤٥

www.maktabah.org

تہ ياالله! پنهنجي دين جي حفاظت ڪندي پنهنجي رسول صلى الله عليه وسلم جن کي ڪافرن جي هر قسم جي مڪر، فريب، تڪليف ڏيڻ ۽ ايذائڻ کان محفوظ رکجانءِ. سڄو قافلو سفر ڪري خير خوبيءَ سان حبش ملڪ ۾ پهتو پرامن علائقو ۽ سازگار ماحول ملڻ جي ڪري سک جو ساهہ کنيائون. پيا اصحابي رضي الله عنهم بہ ٿورا، ٿورا ٿي ايندا ويا تانجو تياسي (٨٣) ڄڻا ٿي ويا. اهو عدد انهن سان گڏ آيل ننڍن، ٻارن ۽ رستي ۾ ڄمندڙن ٻچن کان سواءِ هو. سيده رقيہ رضي الله تعالىٰ عنها کي هڪ خوشي اهابہ ٿي هئي جو پويان هجرت ڪري ايندڙن ۾ حضرت جعفر بن ابي طالب، سندس گهرواري اسماء بنت عميس ۽ حضرت عثمان جي مائٽن مان سعيد جا پٽ عمرو ۽ خالد پنهنجين گهروارين سميت هجرت ڪري آيا هئا. سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن جي ڦڦيءَ اميمة بنت عبدالمطلب جو پٽ عبدالله، ان جو ڀاءُ عبيدالله پنهنجي گهرواري ام حبيبہ بنت ابي سفيان سان گڏ هجرت ڪري پهتا هئا. اهڙي طرح عامر بن وقاص، سڪران بن عمرو، ۽ سندس گهرواري سوده بنت زمعة رضي الله عنهم وعنهن بہ پهتا هئا.


www.maktabah.org

## سيدہ رقيہ رضي الله عنها جو حال احوال سائين ڪريم عليه الصلواة والسلام جن پڇندا رهندا هئا

حبش ڏانهن هجرت ڪرڻ کان پوءِ ڪجهہ وقت گذريو تہ هڪ عورت ان علائقي کان مڪہ شريف ۾ پهتي ۽ پاڻ ڪريمن صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جڏهن ان کان هجرت وارن جي خيروعافيت متعلق پڇيو تہ ان عرض ڪيو "يامحمد! قد رائيت ختنک ومعه امرأته قال"علي اي حال رئيتهما؟ قالت رئيته قد حمل امرأته الخ (١) يعني اي محمد! صلى الله عليه وسلم مون اوهان جي نياٽي ۽ ان جي گهرواريءَ کي ڏٺو هو پاڻ فرمايائونس تہ تو انهن کي ڪهڙي حال ۾ ڏٺو؟ عرض ڪيائين تہ ان حال ۾ جو اهو پنهنجيءَ گهرواريءَ کي سواريءَ تي ويهاريو ۽ پاڻ ان کي هڪليندو ٿي ويو. حضور عليه الصلواة والسلام جن اهو ٻڌي ارشاد فرمايو: "اِنَّ عُثْمَانَ اَوَّلُ مَنْ هَاجرَ بِاَهْلِه بَعْدَ لُوْطٍ عَلَيْهِ السَّلَامُ" (٢) يعني حضرت لوط نبي عليه الصلواة والسلام کان پوءِ اهل عيال سان گڏ پهريون هجرت ڪندڙ عثمان آهي.

---

(١) البداية والنهاية ص٦٦ ج٣

(٢) حوالو ساڳيو ص٦٧ تحت باب هجرة من هاجر من مكة الي ارض الحبشة

www.maktabah.org

## سيدہ رقيہ کي حبش ۾ پٽ ڄائو هو

علامہ شهاب الدين احمد بن علي بن حجر عسقلاني ۽ علامہ ابن الاثير لکيو آهي تہ: سيده رقيہ سائڻ کي حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنهما مان حبش ۾ الله تعالىٰ پٽ ڏنو هو جنهن جو نالو مبارڪ عبدالله رکيو هيائون. (١)

## شيعن جي ڪتاب مان هجرت جو حوالو

شيعن جي معروف مصنف ملا باقر مجلسي حبش ڏانهن هجرت جو ذڪر ڪندي لکيو آهي پس يازده مرد وچهار زن خفيه از اهل کفر گريختند وبجانب حبشه روان شدند از جملہ آنها عثمان بود ورقيه دختر حضرت رسول (ﷺ) کہ زن او بود (٢) يعني يارهن مرد ۽ چار عورتون ڪافرن کان لڪي نڪتا هئا ۽ حبش ملڪ ڏانهن هجرت ڪئي هيائون انهن مان عثمان ۽ ان جي گهرواري رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي نياڻي بہ هئي.

سيدہ رقيہ رضي اللّٰہ تعالىٰ عنها جي ٻي هجرت

مڪي پاڪ مان هجرت ڪندڙ اصحابن سڳورن

(١) الاصابة ص٣٠٤ جلد٤ اسدالغابة ص٤٥٦ جلد٥

(٢) حيواة القلوب ص٣٣٠ ج٢ باب٢٥ دربيان هجرت حبشہ

www.maktabah.org

رضي الله تعالىٰ عنهم کي جڏهن حبش جي بادشاهہ نجاشيءَ رضي الله عنہ عزت ۽ وقار سان رهايو تہ مکي پاڪ جي ڪافرن قريشين اتاهين بہ انهن کي ڪڍرائڻ جي لاءِ ڪوشش ڪئي. قاصد موڪليا مگر ڪين ناڪامي نصيب ٿي، پر حبش ۾ ڪنهن هيءَ ڳالهہ مشهور ڪئي تہ مکي پاڪ جا گهڻا قريشي مسلمان ٿي ويا آهن ۽ اتي هاڻي مسلمانن کي ڪو خطرو ناهي اها ڳالهہ ٻڌندي ئي مهاجر اصحاب سڳورا مکي پاڪ جهڙي پياري وطن عزيز ڏانهن واپس ٿيا ۽ واپسيءَ واري قافلي جي اڳيان حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ جي سواري هئي. جنهن تي سيده رقيہ رضي الله عنها پنهنجي حبش ۾ چاول پٽ کي هنج ۾ کڻي پوبان ويٺل هئي. واپس مکي مکرمہ کي ويجهو پهچڻ کان پوءِ جڏهن ڪين خبر پئي تہ اتي حال ساڳيو آهي نہ ڏينهن جو رستي ۾ ئي رهي پيا ۽ رات جو مکي پاڪ جي شهر ۾ گهڙيا. سيده رقيہ رضي الله عنها پنهنجي والد ڪريم جي گهر ۾ آئي ۽ پنهنجين ننڍين ڀينرن سيده ام ڪلثوم ۽ سيده فاطمہ زهراء رضي الله عنهما سان ملي ڪين پيار ڪيائين.

## سيده رقيہ رضي الله عنها جي مديني پاڪ ڏانهن هجرت

جڏهن حضرت عثمان ۽ سيده رقيہ مکي پاڪ

www.maktabah.org

پهتا ۽ حالتون صحيح نہ هيون تہ وري حبش ڏانهن هجرت ڪري ويا ۽ جڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن مديني منوره ۾ آيا تڏهن اهي بہ حبش ڪان سڌا مديني منوره ڏانهن هجرت ڪري پهتا.(١) ۽ الله تعالىٰ کين ٻن هجرتن (حبش ۽ مديني منوره ڏانهن) جو اجر ۽ عظيم اعزاز عطا فرمايو.

## سيده رقيہ رضي الله عنها جو اولاد ۽ انهن جي وفات

علامہ ابن الاثير عليہ الرحمہ"لکيو آهي تہ سائڻ کي حبش ۾ پيٽ ۾ هڪ ٻار ٿيو هو جيڪو ڪچو ئي ڪري پيو هو ۽ ان ڪان پوءِ پٽ ڄائو هوس جنهن جو نالو عبدالله رکيو هيائون ۽ ان جي ڪري سيدنا عثمان کي ابوعبدالله (ڪنيت سان) سڏيندا هئا اهو ننڍڙو سائين پنهنجيءَ والده جي وفات ڪان پوءِ سنہ ۴هجري جمادى الاولىٰ مهيني ۾ ڇهن سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو. (٢) شيعن جي مجتهد نعمة الله جزائريءَ بہ لکيو آهي تہ فولدت له عبدالله ومات صغيرا (٣)

(١) تراجم سيدات بيت النبوة ص٥٥٦ زرقاني شرح المواهب ص١٩٨ جلد٣ الاصابة ص٣٠۴ ج۴
(٢) اسدالغابه ص۴٥٦ جلد٥
(٣) الانوار النعمانية ص٨٠ ج١ تحت نور مرتضوي

www.maktabah.org

جڏهن انهن ننڍڙي سائينءَ وفات ڪئي ۽ ان جي وفات جي خبر سندس ناني ڪريم رؤف رحيم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي خدمت ۾ پهچائي وئي ته پاڻ نهايت غمگين ٿيا ۽ ان ننڍڙي ڏوهٽي کي هنج ۾ کنيائون ته سندن پيارن ۽ نوراني نيڻن مان هنجون وهي رهيون هيون ۽ فرمائي رهيا هئا ته: "اِنَّمَا يَرْحَمُ اللهُ مِنْ عِبَادِهِ الرُّحَمَآءَ" (١) الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن مان رحم ڪندڙن تي رحم ڪندو آهي. پوءِ پاڻ ان جي جنازه جي نماز پڙهايائون ۽ حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنه پنهنجي دلبند فرزند جي قبر مبارڪ ۾ لهي قبر جي حوالي ڪيو. (٢) "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ"

## سيده رقيہ رضي الله تعالىٰ عنها جي وفات

نبي اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي هجرت کان پوءِ ٻئي سال ۾ جڏهن بدر جي جنگ لڳي هئي ته حضرت حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پنهنجي سر پاڻ ان ۾ شريڪ ٿيا هئا ۽ عين ان وقت سيده رقيہ رضي الله عنها بيمار ٿي پئي هئي ۽ سندس سنڀال، دوا درمل جي لاءِ سرور ڪائنات صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنه کي جنگ تي هلڻ کان روڪيندي فرمايو هو

(١) اسدالغابه ص۴۵٦ جلد٥ (٢) ساڳيو حوالو

www.maktabah.org

تہ: "اِنَ لَکَ اَجرَ رَجُلٍ مِمَّنْ شَـهِـدَ بَدَرًا" (١) يعني اتي رهندي بہ تولاءِ ان غازي مـڙس جيـتـرو درجو هوندو جيڪو بدر جي جنگ ۾ حاضر ٿيو هوندو. الغرض تہ سيده رقيہ رضي الله عنها وعن زوجها ان جنگ جي هلندڙ وقت ۾ وفـات ڪئي ۽ ان وقت سندس عـمـر مبارڪ ٻاويهہ (٢٢) سال هئي. (٢) ۽ وفات ڪان پوءِ ڪفن ۽ دفن وغيره جو انتظام سڀ حضرت عثمان رضي الله عنہ ڪيو هو. (٣) ۽ ڪيس جنت البقيع ۾ حضرت عثمان بن مظعون جي پر ۾ دفن ڪيو ويو. (۴)

## سيده رقيہ رضي الله عنها جي وفات تي سيده خاتون جنت جو حال

علامہ سمهودي عليہ الرحمة لکيو آهي تہ: سيده رقيہ جي وفات ڪان پوءِ جنت البقيع ۾ سندس قبر مبارڪ جي زيارت لاءِ حضور پرنور صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن تشريف فرما ٿيا ۽ ساڻن گڏ سيده فاطمہ زهراء رضي الله عنها وعن زوجها بہ آئي هئي: قال وجعلت فاطمة تبکي علىٰ شفير قبر رقية فجعل رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم يمسح الدموع عن

(١) بخاري شريف ص٥٢٣ جلد١ تحت مناقب عثمان
(٢) سيرت بنات مطهرات ص٦٠
(٣) اسدالغابة ص٤٥٦ جلد ٥ (۴) حوالو ساڳيو

www.maktabah.org

وجهها باليد او قال بالثوب (١) يعني پوءِ سيده فاطمہ رقيہ سائڻ جي قبر جي پاسي ۾ ويهي روئڻ لڳي ۽ حضور عليہ الصلواة والسلام جن سندس ڳوڙها هٿ سان يا ڪپڙي سان اگهڻ لڳا.

مٿيون ساڳيو واقعو شيعن جي مشهور مصنف حاج عباس قمي صاحب بہ لکيو آهي. (٢) ثابت ٿيو تہ سيده رقيہ رضي الله عنها وعن زوجها حضور اڪرم، سيد عالم، نورمجسم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي حقيقي، صلبي ۽ سڳي نياڻي ۽ سيده فاطمہ زهراءِ رضي الله عنها وعن زوجها جي سڳي ۽ پياري ڀيڻ هئي. والحمد لله عليٰ ذالک والشکر له

## محبوب عليه الصلواة والسلام جن جي ٽين نياڻي سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها وعن زوجها جو احوال

هي پاڪدامن سائڻ حضرت حبيب عليہ الصلواة والسلام جن جي ٽيون نمبر نياڻي آهي جيڪا

(١) وفاءُ الوفا ص٨٩٥ ج٣ تحت ذکر قبر رقية بنت رسول الله صلى الله عليه وسلم

(٢) منتهي الآمال ص١٠٨ جزءُ ١ فصل ٨ در بيان اولاد امجاد طبع تهران کتاب العجائز باب المسئلة في القبر فروع کافي ص١٣٣ جلد١

www.maktabah.org

نبوت جي اظهار کان ٻه سال اڳ ۾ سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي پياريءَ کنوار ام المؤمنين سيده خديجه کبرىٰ رضي الله عنها مان جائي هئي ان وقت سندن عمر مبارڪ اٺٽيهه (٣٨) سال هئي. (١) بعضي روايتن ۾ جيڪو آيو آهي ته هيءَ سائڻ سيده رقيه رضي الله عنها کان وڏي هئي اهو صحيح ناهي. (٢)

## سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها جو اسلام قبول ڪرڻ

هن کان اڳ ۾ سيده زينب ۽ رقيه جي حالات ۾ لکي آيا آهيون ته هنن سيني ڀينرن پنهنجي والده سائڻ سان گڏ پنهنجي والد مڪرم، نبي معظم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن تي ايمان آندو هو ۽ اهوئي محقق علماء جو قول آهي. (٣)

## سيده ام ڪلثوم جو نڪاح ۽ پرڻو

مٿي بيان ڪري آيا آهيون ته پهريائين هن سائڻ جو نڪاح ابولهب جي پٽ عتبه سان ٿيو هو پر ان پنهنجي ڪافر پيءُ ابولهب ۽ ڪافرياڻيءَ ماءُ جي چوڻ

(١) المستدرڪ للحاڪم ص٤٨ جلد٤
(٢) اسدالغابة ص٦١٢ ج٥
(٣) تفسير القرطبي ص٢٤٢ جلد٤١

www.maktabah.org

تي سيده ام ڪلثوم کي طلاق ڏني. نہ صرف طلاق ڏيڻ
تي اڪتفا ڪيائين پر حضور کي چوڻ لڳو تہ مان
تنهنجي دين کان بيزار آهيان تڏهن تنهنجي نياڻيءَ کي
طلاق ٿو ڏيان. ائين چونديئي ان بي حياءَ ۽ بي شرم حضور
عليہ الصلواة والسلام جن جي مٿان حملو ڪري سندن
قميص مبارڪ کي ڦاڙي وڌو (١) ۽ نياڳي پنهنجي وات
جو پاڻي ڪڍي حضور عليہ الصلواة والسلام جن ڏانهن
اڇلايو (٢). (معاذالله ثم معاذالله)

## رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي گستاخيءَ جي سزا

محبوب عليہ الصلواة والسلام جن کي عتيبه
جنهن انداز سان ايذايو هو ان کان ڏکوئجي پاڻ فرمايو
هيائون تہ: "اَللّٰهُمَّ سَلِّطْ عَلَيْهِ كَلْبًا مِّنْ كِلَابِكَ" اي الله!
ان جي مٿان پنهنجن ڪتن مان (مراد ڦاڙيندڙ جانور
آهن) ڪو ڪتو غالب ڪر. (٣) مقصد هو تہ هن کي
ڪو جانور ڪائي ڇڏي. انهن لفظن چوڻ وقت حضرت
ابوطالب موجود هو جنهن عتيبه ملعون کي فرمايو تہ
مان نہ ٿو سمجهان تہ توکي ڪا شيءِ محمد (صلى الله

(١) زرقاني شرح المواهب ص١٩٩ جلد٣
(٢) مدارج النبوة ص٧٨٥ جلد٢
(٣) زرقاني شرح المواهب ص١٩٩ جلد٣

www.maktabah.org

تعالیٰ عليہ وسلم) جن جي تير کان تکيءَ بددعا کان
بچائي سگهندي، ڇوته کيس تجربو هو ته حضور صلی
الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي پاڪ زبان مان نڪتل
الفاظ خالي نه موٽندا آهن. سيده ام ڪلثوم رضي الله
عنها کي طلاق ڏيڻ کان پوءِ عتيبه واپار جي ارادي سان
شام جي ملڪ ڏانهن روانو ٿيو ۽ اتي زرقاء نالي هڪ
جاءِ تي رات رهيا. عتيبه ۽ سندس سيني ساٿين ڏٺو ته
جهنگل جو هڪ شينهن آيو جيڪو هنن جي رهڻ واري
ميدان مان گهمي هليو ويو. عتيبه ان کي ڏسي چيو ته:
يار هي شايد منهنجي هلاڪت جي نشاني آهي ۽ مون
کي (حضرت) محمد (صلی الله عليه وسلم) جن جي
بددعا هتي شام ملڪ تي تباهه ڪندي حالانڪ پاڻ
مڪي ۾ آهي. عتيبه جو پيءُ ابولهب به ان قافلي ۾ هو
ان پنهنجي پٽ جا اهي الفاظ ٻڌي سيني واپارين ساٿين
کي عرض ڪيو ته "اڄ رات اوهان منهنجي مدد ڪيو ۽
منهنجي پٽ جي بچاءَ لاءِ سوچيو ته ڇا ڪرڻ گهرجي."
سيني ساٿين کيس تسلي ڏيندي پنهنجو سمورو سامان
هڪ هنڌ گڏ ڪري رکيو ته وڏو ڍير ٿي ويو. ابولهب جي
پٽ عتيبه کي ان ڍير جي مٿان هنڌ وڇائي ڏنائون ۽ پاڻ
ان جي چئني طرفن کان ويهي ڪچهري ڪرڻ لڳا. مگر
"لِيَقْضِيَ اللّٰهُ اَمْرًا كَانَ مَفْعُوْلًا" (جيڪو ٿيڻو هوندو آهي

www.maktabah.org

اهو الله تعالىٰ ڪري ڏيکاريندو آهي) موجب سيني ساٿين کي ويني ويني ننڊ اچي وئي ۽ اهو شينهن آيو جيڪو سيني کي سنگهندو اڳتي وڌيو بڻي ڪنهن کي ڪجهه نه چيائين ۽ عتبه کي سنگهيائين ته ان مان رسول الله صلي الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي گستاخيءَ ۽ دل آزاريءَ واري بدبوءِ ۽ ڏپ آيس. ٽپو ڏئي زور سان چنبو هڻي ڪنڌ به پڳائينس ته پيٽ به ڦاڙيائينس. (١) ۽ اتي جو اتي مري جهنم ۾ داخل ٿيو. محدث ابونعيم اسود بن هبار کان روايت آندي آهي ته: مان به ان قافلي ۾ هوس. عتيبه کي مارڻ کان پوءِ اهو شينهن وري نظر نه آيو. (٢)

## سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها جو سيدنا عثمان بن عفان رضي الله عنه سان نڪاح ۽ پرڻو

ياد رکڻ گهرجي ته سيده رقيه رضي الله عنها جي وفات حسرت آيات کان پوءِ حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه گهڻو پريشان ۽ حيران رهندو هو. هڪ ڀيري پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پڇيس ته "هي هيڏان حال ڇو ڪيا اٿئي؟ عرض ڪيائين ته

(١) مدارج النبوة ص٧٨٦ جلد٢
(٢) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٢ جلد٣

www.maktabah.org

”هڪ رقيہ جي وفات جي ڪري ٿيو اوهان ڪان مائٽيءَ
جي سلسلي ٽٽڻ جي ڪري.“ پاڻ فرمايائون تہ ”كُلُّ نَسَبٍ
وَسَبَبٍ يَنْقَطِعُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ اِلَّا سَبَبِيْ وَنَسَبِيْ“ (١) يعني
سڀ مٽيون مائٽيون قيامت جي ڏينهن ڪٽجي وينديون
مگر منهنجي مٽي ۽ مائٽي نہ ڪٽجندي. انهن پيارن
لفظن مان مقصد حضرت عثمان رضي الله عنہ کي تسلي
ڏيڻي هئي تہ منهنجي توسان ڪيل مائٽي قيامت ۾ بہ
ڪم ڏيندي ٽٽڻ يا ڇڄڻ واري ناهي. اتفاقاً معاملو
هيئن ٿيو جو حضرت عمر رضي الله عنہ جي نياڻيءَ ام
المؤمنين حفصہ رضي الله عنها جو پهريون مڙس خنيس
بن حذافہ رضي الله عنہ احد جي جنگ ۾ زخمي ٿي پيو
۽ زخمن جي تڪليف نہ سهي سگهڻ ڪري رحلت
ڪري ويو عدت گذارڻ کان پوءِ حضرت ام المؤمنين
حفصہ رضي الله عنها جي والد حضرت عمر رضي الله
عنہ ارادو ڪيو تہ حفصہ جو نڪاح عثمان بن عفان سان
ڪرايان. حضرت عثمان سان اها ڳالهہ بہ ڪيائين پر
اهو ماٺ ۾ رهيو. حضرت عمر رضي الله عنہ جڏهن اها
ڳالهہ حضرت حبيب ڪريم عليه التحية والتسليم سان
ڪئي تڏهن پاڻ ڪيس فرمايائون تہ ”اي عمر! مان توکي
پلو ڏس تو ڏيان تون پنهنجي نياڻي ان کي (پاڻ ڏانهن

(١) المستدرڪ للحاڪم ص١٤٢ جلد٣

www.maktabah.org

اشارو ڪندي) ڏي جيڪو عثمان کان پلو آهي ۽ عثمان
کي اها نياڻي ڏيون جيڪا تنهنجي نياڻيءَ کان پلي
آهي." (١) پوءِ سيده حفصہ بنت عمر رضي الله عنهما
جو نڪاح نبي اڪرم، نور مجسم، صلی الله عليه وسلم
جن سان ڪيو ويو ۽ پاڻ حضرت عثمان رضي الله عنہ
کي مخاطب ٿي فرمايائون تہ "يَا عُثْمَانُ! هٰذَا جِبْرِيلُ
عَلَيْهِ السَّلَامُ يَأْمُرُنِيْ عَنِ اللهِ عَزَّوَجَلَّ اَنْ اُزَوِّجَکَ اُخْتَهَا
اُمَّ كَلْثُوْمٍ عَلٰى مَثَلِ صَدَاقِهَا وَعَلٰى مَثَلِ عَشِيْرَتِهَا (٢)
يعني اي عثمان! هي جبريل عليہ السلام آهي جيڪو
مون کي الله تعالىٰ جي طرفان امر ٿو ڪري تہ توکي رقيه
جي ڀيڻ ام ڪلثوم سان ان جيتري مهر ۽ ان سان گڏ
زندگي گذارڻ واري نموني تي شادي ڪرايان.

سيده رقيہ رضي الله عنها کي حضور عليه
الصلواة والسلام جن جي طرفان خدمت لاءِ تحفي طور
ڏنل ٻانهيءَ ام عياش رضي الله عنها کان روايت آهي تہ
مون رسول الله صلی الله عليه وسلم جن کان ٻڌو تہ پاڻ
فرمائي رهيا هئا "مَا زَوَّجْتُ عُثْمَانَ اُمَّ كَلْثُوْمٍ اِلَّا بِوَحْيٍ
مِّنَ السَّمَآءِ (٣) يعني مون عثمان سان ام ڪلثوم جي
شادي آسمان تان وحي اچڻ جي ڪري ڪئي آهي. يعني
الله تعالىٰ جي فرمان سان. پوءِ سيده ام ڪلثوم جو

(١) زرقاني شرح المواهب ص. ٢٠٠ جلد٣
(٢) اسدالغابة ص٦١٣ جلد٥ (٣) الاصابة جلد٤

www.maktabah.org

نڪاح حضرت عثمان سان سنہ ۳ هجري ربيع الاول مهيني ۾ ٿيو ۽ ان ئي سال جمادي الاخرىٰ ۾ پرڻو ٿيو. (۱)
سيده ام ڪلثوم کي حضور صلى الله عليه وسلم جن پرڻي جي وقت فرمايو تہ: "ام ڪلثوم! تنهنجي مڙس جي سهڻي صورت تنهنجي ڏاڏي ابراهيم ۽ بابي محمد (عليهما الصلواة والسلام) سان مشابهہ آهي." (۲)
ان ڪان پوءِ حضرت عثمان کي ذوالنورين (ٻن نورن جو صاحب) سڏيو ويو.

## سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها کي اولاد نہ ٿيو هو

سمجهڻ گهرجي تہ الله تعالىٰ پنهنجين ٻانهين ۽ ٻانهن جي ڀلايءَ ۽ مصلحتن کي پاڻ ئي ڄاڻي. جهان جو نظام سندس ئي قدرتي هٿ ۾ آهي اسان جي ڪوتاهہ عقل جي اتي رسائي ناهي. حضور عليه الصلواة والسلام جن جي نياڻين مان ام ڪلثوم کي اولاد ٿيوئي ڪونہ ۽ سيده زينب ۽ سيده رقيہ کي ٿيو تہ دنيا تي نہ رهيو ۽ نہ وڌيو صرف فاطمہ زهراء رضي الله عنها کي اولاد ٿيو بہ. رهيو بہ ۽ وڌيو بہ. انهن سڀني حڪمتن ۽ مصلحتن کي پاڻ الله تعالىٰ ئي ڄاڻي ٿو ٻئي ڪنهن جي مجال ئي ناهي جو ڪجهہ چوي.

(۱) الاستيعاب بهامش الاصابة ص۴۸۷ جلد۴
(۲) سيرت بنات مطهرات بحوالہ ابن سعد ص۷۱

www.maktabah.org

## مڙس ۽ زال جو هڪ ٻئي سان پيار ۽ محبت

جيئن سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها کي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي سيدنا عثمان رضي الله عنه جي لاءِ فرمان ته "تنهنجي مڙس جي صورت تنهنجي ڏاڏي ابراهيم ۽ بابي محمد (عليهما الصلواة والسلام) سان (حسن ۽ جمال ۾) مشابهه آهي" سندس دل ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه جي عزت ۽ وقار پيدا ڪيو هو تيئن حضرت عثمان جي دل ۾ به سائڻ جي عزت ۽ محبت هوندي هئي ۽ سائڻ پنهنجي ڪائڻ، پيئڻ، لٽي ۽ ڪپڙي ۾ تمام خوش نظر ايندي هئي. امام بخاري حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته مون سيده ام ڪلثوم جي مٿان ريشم جي چادر ڏٺي هئي. (١)

## سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها جي وفات

جيئن الله تعالىٰ جي قدرت ۽ مشيّت سان سيده زينب ۽ رقيه رضي الله عنهما جي وفات حضور عليه الصلواة والسلام جن جي ظاهري زندگي مبارڪ ۾ ٿي تيئن سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها جي وفات به سندن ئي ظاهريءَ زندگيءَ مبارڪ ۾ سنه ٩ هجري جي

(١) بخاري جلد ٻيو ص٨٦٨ ڪتاب اللباس باب الحرير للنساء

www.maktabah.org

شعبان مهيني ۾ ٿي. (١) ۽ ڪيس غسل ڏيارڻ ۽ ڪفن وغيره جو انتظام حضور عليه الصلواة والسلام جن پاڻ سنياليو ۽ سائڻ جي غسل ڏيارڻ ۾ صفيه بنت عبدالمطلب، اسماء بنت عميس، ليلىٰ بنت قانف ثقفيه ۽ ام عطيه انصاريه شريڪ ٿيون. غسل ڏيارڻ ۽ ڪفن ڍڪائڻ کان پوءِ سيده جي وجود مسعود کي نماز جنازه لاءِ ٻاهر آندو ويو ۽ حضور عليه الصلواة والسلام جن پاڻ نماز جنازه پڙهائي (٢) ۽ بعد ۾ سائڻ کي جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ويو. "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ" حضور عليه الصلواة والسلام جن جي خاص خادم حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سيده ام ڪلثوم جي دفن ڪرڻ وقت اسين حاضر هياسين پاڻ صلى الله عليه وسلم جن سندس قبر جي پير ۾ ويٺا هئا ۽ مون ڏٺو تہ پاڻ روئي رهيا هئا. (٣)

## سيدالڪونين ﷺ جن جي چوٿين نياڻي سيده خاتون جنت رضي الله عنها جو احوال

سيده طيبه، طاهره عابده
يعني خاتون جنت پہ لاکهون سلام(اعلىٰ حضرت)

نالو مبارڪ: فاطمہ، حضرت حبيب پاڪ صلى

(١) البداية والنهاية لابن ڪثير ص٣٩ ج٥ تحت سنة تاسع
(٢) طبقات ابن سعد ص٢٦ جلد٨
(٣) مشڪواة شريف ص١٤٩ باب دفن الميت

www.maktabah.org

الله عليه وسلم جن سيده جو اهو نالو الله تعاليٰ جي حڪم سان رکيو هو ڇوته الله تعاليٰ ڪيس ۽ سندس اولاد کي جهنم جي باهہ کان بچايو آهي ۽ ان لاءِ بہ بشارت آهي تہ سندس اولاد جو خاتمو ايمان تي ٿيندو. (١)

ٻيءَ روايت ۾ آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "اِنَّ فَاطِمَةَ اَحْصَنَتْ فَرْجَهَا فَحَرَّمَ اللهُ ذُرِّيَتَهَا عَلَي النَّارِ" (٢) يعني فاطمہ سائڻ پاڻ کي پاڪدامن رکيو پوءِ الله تعاليٰ سندس اولاد کي باهہ ۾ وجهڻ حرام ڪري ڇڏيو. (سندس اولاد باهہ ۾ داخل نہ ٿيندو.)

## ضروري وضاحت

ان جو مطلب اهو سمجهڻ نہ گهرجي تہ سيده جو اولاد سڏائڻ وارو گناهہ ڪندو ڦري ۽ برايون ۽ بچڙايون عام ڪري. نہ هرگز نہ، جيئن هڪ حديث ۾ آهي تہ "مَنْ قَالَ لَآ اِلٰـهَ اِلَّا اللهُ دَخَلَ الْجَنَّةَ" جنهن توحيد جو ڪلمو لا الـه الا الله چيو تہ بهشت ۾ داخل ٿيندو جيئن ان جو مطلب آهي تہ ان ڪلمي جون سيئي تقاضائون شريعت تي عمل ڪرڻ وغيره پوريون ڪري تيئن سيده جو اولاد بہ سندس نسب جي لڄ رکي شريعت تي عمل ڪري.

(١) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٣ جلد٣
(٢) المستدرڪ للحاڪم ص١٥٢ جلد٣

www.maktabah.org

## سيده خاتون جنت جا القاب

سائڻ پنهنجي شان ۽ مرتبي جي لحاظ سان نه تمام گهڻن لقبن جي حقدار آهي جيڪي ڪيس ملڻ ڪنهن پر هتي انهن مان ڪجهه لکجن ٿا تانته هن ڪتاب جي پڙهڻ وارا دل جي ڪي ناڙين ۽ باغ، بهار بنائين.

## لقب ١- زهراء

گهڻي خوبصورت، حسن ۽ جمال سان گڏ پاڪ صاف- حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي ته "كَانَتْ كَالْقَمَرِ لَيْلَةَ الْبَدرِ" (١) يعني سيده فاطمه چوڏهين جي رات واري چنڊ وانگر چمڪندڙ هئي.

## لقب ٢- بتول

يعني دنيا جي محبت کان ڪنجندڙ ۽ دنيا جي عورتن کان فضائل، ديانت ۽ حسب، نسب ۾ جدا ۽ بلنديءَ تي فائز ٿيندڙ. سائڻ هروقت الله تعالىٰ ڏانهن متوجهه رهندي هئي ان جي ڪري "بتول" لقب سان سڏي وئي. (٢)

## لقب٣- سيدة نساء اهل الجنة

يعني جنت ۾ داخل ٿيڻ وارين عورتن جي سردار- هي لقب ڪيس سندس والد، الله تعالىٰ جي

(١) المستدرڪ للحاڪم ص١٦١ جلد٣
(٢) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٣ جلد٣

www.maktabah.org

پياري نبي عليہ الصلواة والسلام جن ڏنو هو. جيئن ترمذي شريف حضرت حذيفہ رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ سيدنا رسول الله صلی الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو "مون وٽ هي اهو ملائڪ لهي آيو آهي جيڪو اڳ ڪڏهن بہ نہ لٿو هو. الله تعالیٰ کان ان لاءِ موڪل وٺي آيو آهي تہ مون تي سلام پڙهي ۽ مون کي بشارت ڏي تہ: "اِنَّ فَاطِمَةَ سَيِّدَةُ نِسَآءِ اَهْلِ الْجَنَّةِ وَاِنَّ الْحَسَنَ وَالْحُسَيْنَ سَيِّدَا شَبَابِ اَهْلِ الْجَنَّةِ" (١) يعني فاطمہ جنتي عورتن جي سردار ۽ حسن ۽ حسين جنتي نوجوانن جا سردار آهن.

## لقب ۴- طاهره

يعني ظاهر جي پاڪائيءَ واري-

سيده خاتون جنت سلام الله علیٰ ابيها وعليها پنهنجي پياري پيءُ، الله تعالیٰ جي حبيب عليہ الصلواة والسلام جن جي بابرڪت صحبت ۽ فيض واريءَ نگاهہ مان سڀ ڪجهہ پرايو ۽ حاصل ڪيو هو ۽ پاڻ هر قسم جي گندگيءَ کان صاف رهندي هئي.

## لقب ۵- زڪيہ

باطن ۽ قلب جي صفائيءَ واري-

الله تعالیٰ پنهنجي پياري نبي، امي، عربي عليہ

(١) مشڪواة المصابيح ص٥٧١

www.maktabah.org

الصلواة والسلام جن کي دنيا تي موڪليو ٿي ان لاءِ
هيو تہ پاڻ ماڻهن جو تزڪيہ، صفائي ڪن، جڏهن پيا
ڪائنن باطن ۾ اندر جو تزڪيہ حاصل ڪري ويا تہ سيده
خاتون جنت رضي الله عنها وعن زوجها چا حاصل نہ
ڪيو هوندو؟

## لقب ٦- راضية

يعني الله تعالىٰ جي رضا تي راضي ٿيندڙ،
سائڻ رضي الله عنها صبر، شڪر، علم، حلم، زهد،
تقوىٰ حياء ۾ رضا برقضا جو مظهر هئي. حضور پرنور
عليه الصلواة والسلام جن جي جزء هجڻ ۾ ساڻن خاص
محبت ۾ نسبت جي ڪري اهي سهڻيون خصلتون ۾
عمدا اخلاق جڻ سندس ورثو هئا پاڻ گهر ۾ بہ
مسڪينيءَ، تنگدستيءَ تي صبر ۾ استقلال سان وقت
گذاريندي هئي ۾ هر حال ۾ الله تعالىٰ جو شڪر گهٽو
ڪندي هئي ڪيس جڏهن خبر پئي هئي تہ سندس جگر
جو ٽڪرو، دلبر پٽ حضرت حسين رضي الله عنہ ڪربلا
جي ميدان ۾ نهايت دردناڪ حالت ۾ شهيد ڪيو
ويندو (جيئن ڪيترين روايتون شاهد آهن) تہ پاڻ نہ
ڪڏهن دانهن ڪيائين ۾ نہ بي صبر ٿي پنهنجي مشفق ۾
مهربان والد ڪريم عليه التحية والتسليم کي عرض
ڪيائين تہ بابا سائين! اوهان الله تعالىٰ جا حبيب آهيو،

www.maktabah.org

اوهان جي فيض کان سچو جهان فيضياب آهي ۽ اوهان
جي دعا مقبول ۽ مستجاب آهي اوهانءِ منهنجي دلبر پٽ
حسين رضي الله عنہ لاءِ دعا گهرو تہ الله تعاليٰ کيس ان
ساهہ سڪائيندڙ صدمي کان محفوظ رکي ۽ سندس
دشمن يزيد پليد وغيره کي هلاڪ ۽ برباد ڪري. نہ وري
پنهنجي سر پاڻ اهڙي ڪا دعا گهريائين بلڪ اهڙو ڪوبہ
لفظ جيڪو رب پاڪ جي رضا جي خلاف هجي زبان
مبارڪ تي بہ نہ آندائين. حبيب پاڪ عليه الصلواة والسلام
جن ٻڌائي ڇڏيو هو تہ حسين (سهڻو رضي الله عنہ) ڪربلا
۾ شهيد ٿيندو. هيئن هيئن ٿيندو وغيره، مگر پاڻ سڀ
ڪجھ ٻڌي بہ مالڪ جي رضا تي راضي رهي.

## لقب ۷- مرضية

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ پنهنجن پلن ٻانهن جي
متعلق ارشاد فرمايو آهي : "يَآاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ
ارْجِعِيٓ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً" (۱) يعني اي مطمئنه
نفس! پنهنجي رب ڏانهن ان حال ۾ موٽ جو اهو توکان
راضي آهي ۽ تون ان کان راضي. مفسرن سڳورن لکيو
آهي تہ جيڪو نفس الله تعاليٰ جي ذڪر سان قلب کي
منور ڪري خراب صفتن کان آزاد ٿي سهڻن اخلاقن سان
سينگارجندو آهي ان کي قدرتي طرفان سڏيو ويندو تہ:

(۱) سورة الفجر آيت ۲۷-۲۸

www.maktabah.org

تون مـايوس نہ ٿي الله تعـالىٰ ڏانھن واپس ھل پر خوف خطري جي حـالت ۾ نہ. ان حـال ۾ ھل جو اھو توكـان راضي آھي ۽ توكيٰ بہ ايتـرو نوازيو اٿس ۽ نوازيندو جو تون ان كـان راضي رھندين. (١) جڏھن تہ سيـده خاتون جنت رضي الله عنهـا بہ انهن سـهـڻين صـفتن جي مالكياڻي آھي تڏھن سائڻ كي اھي لقب ڏنا ويا آھن.

## لقبـ ٨- عابدة

يعني الله تعالىٰ جي عبادت گذار ٻانھي-

حـقـيـقـت ھيءَ آھي تہ انسـان جو وجود جنهن غرض سان ٿيو آھي اھا الله تعالىٰ جي عـبـادت آھي ۽ ان عـبـادت ۾ بہ سـيـده خاتون جنت رضي الله عنهـا پنهنجو مٽ پاڻ ھئي.

## لقبـ ٩- زاھدة

دنيا كان بي رغبت

سـيـده فـاطمـہ سڳوري رضي الله عنهـا وعن زوجها جي دل دنيـا جي محبت كان بالكل خالي ۽ بي رغبت ھئي. زھد ۾ بہ سائڻ نهايت بلند ۽ بالا مـقـام ركندي ھئي.




(١) ضياءالقرآن ص٥٦١ جلد٥

www.maktabah.org

## ولادت باسعادت

سيده جي ولادت ڪڏهن ٿي؟ ان ۾ اختلاف آهي مگر مون ناقص جي تحقيق مطابق سندس ولادت نبوت جي اظهار جي پهرئين سال ۾ ٿي هئي. (١)

سيده خاتون جنت جي ڄمڻ تي حضور عليه الصلواة والسلام جن ۽ سيده خديجة ڪبرىٰ رضي الله عنها مڪي پاڪ ۾ اهڙي خوشي ملهائي جو ان کان اڳ مڪي مڪرمه ۾ ڪنهن به نياڻيءَ جي اهڙي خوشي نه ملهائي وئي هئي ۽ مڪي وارا سڀ حيرت ۾ پئجي ويا هئا. (٢)

## وضاحت

چاڻ گهرجي ته اسلام کان اڳ عرب مشرڪ پنهنجون نياڻيون جيئريون ئي ڪڏون ڪٽي پوري ڇڏيندا هئا. حضور عليه الصلواة والسلام جن نبوت جي اظهار جي پهرئين سال ۾ چاول نياڻيءَ جي ايڏي عظيم الشان خوشي ڪري دنيا کي سبق ڏنو ته نياڻيون به انسان آهن انهن جو به پٽن وانگر سنڀالڻ ضروري آهي ۽ انهن جي ڄمڻ تي رنج ٿيڻ جي بجاءِ الله تعالىٰ جو حمد ڪرڻ گهرجي، خوش ٿيڻ گهرجي ۽ سيده خاتون جنت جي

(١) الاستيعاب بهامش الاصابة ص٣٧٤ ج٤
(٢) تراجم سيدات بيت النبوة ص٥٧٧

www.maktabah.org

جمڻ وقت جڏهن ته نبوت جي اظهار جو پهريون سال هو ۽ پاڻ ان سال ۾ اچڻ جي ڪري انوار ۽ تجليات سان ڀرپور ٿي دنيا تي پهتي هئي ان جي ڪري سندس شان حضور عليه الصلواة والسلام جن جي ٻين نياڻين کان نرالو ۽ نروار آهي.

هڪ ڏينهن سرور ڪائنات، مفخر موجودات، حضرت محمد مصطفیٰ، احمد مجتبیٰ، عليه التحية والثنا جن پنهنجيءَ وفادار، جان نثار، گهرواريءَ سيده خديجة الڪبریٰ رضي الله عنها کي فرمايو ته: "الله تعالیٰ مون کي وحي موڪليو آهي ته مون مان توکي اهڙي پاڪ، صاف نياڻي ڄمندي جنهن جي ذريعي منهنجو اولاد دنيا تي وڌندو." سندن انهيءَ ارشاد کان ٿورو عرصو پوءِ سيده خاتون جنت جي ولادت ٿي ۽ سندس ولادت جو ڏينهن به سيني ڏينهن جو سردار جمعي جو ڏينهن هو. (١)

## سيده خاتون جنت جو ننڍپڻ وارو زمانو

حضرت سيده فاطمه رضي الله عنها وعن زوجها ننڍپڻ کان وٺي تقویٰ، پاڪدامني، صفائيءَ ۽ سنائيءَ کي پسند ڪندي هئي پنهنجي پياري والد، الله تعالیٰ جي آخري پيغمبر عليه الصلواة والسلام جن کان پاڪ

(١) سيرت بنات مطهرات ص٧٨

www.maktabah.org

ارشاد، منا ۽ معنيٰ ڀريا ٻول، نصيحتون ۽ هدايتون، مالڪ مني جي محبت ۽ معرفت جا بيان ٻڌي، سندن سهڻي سيرت ۽ اعليٰ اخلاق ڏسي پاڻ به ان رنگ سان رڱيل رهندي هئي ڪيس تنهائيءَ ۾ ۽ اڪيلو رهڻ تمام گهڻو پسند ۽ پيارو لڳندو هو. عام ٻارن وانگر ڊڪ، ڊوڙ، راند روند ڪي پسند نه ڪندي هئي پاڙي جي هڪ جيڏين ڇوڪرين سان ميل ميلاپ ڪان بالڪل پري رهندي هئي ڇوته انهن جي به صحبت الله تعاليٰ جي ياد ۾ رڪاوٽ پيدا ڪندي هئي ۽ نه ڪنهن ڪنهن شيءِ تي جيجل ماءُ سان ضد ڪري ويٺي. هروقت پنهنجين وڏين ڀينرن سان گڏ رهندي هئي ۽ اهي به ڪيس تمام گهڻو پيار ڪنديون هيون. والده سائڻ جي وفات ڪان پوءِ ته سيده فاطمه نهايت سنجيدگيءَ جو اظهار ڪندي هئي.

## سيده خاتون جنت جي تربيت

دنيا جو تسليم ٿيل قانون آهي ته نياڻيون گهر هلائڻ جون ضروري ڳالهيون، ڪم ڪار، سهڻيون خصلتون، ڀلي طبيعت، عمدا اخلاق ۽ سٺو معاشرو پنهنجن گهرن ۾ پنهنجين مائرن ۽ ڀينرن ڪان سکنديون آهن. سيده خاتون جنت ڪان جيتوڻيڪ جيجل ماءُ ننڍي هوندي جدا ٿي وئي هئي پر حضور عليه الصلواة والسلام جن خصوصي توجهه فرمائي سندس سار

www.maktabah.org

سنيال ۽ تربيت ڪئي هئي جو قيامت تائين اچڻ وارين عورتن لاءِ سندس سيرت ۽ مقدس زندگيءَ ۾ اسوهٔ حسنه (ڪامل نمونو) ۽ سهڻي رهنمائي آهي.

سيده خاتون جنت جي جيجل ماءُ سيده خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جي رحلت ڪان پوءِ سيده جي خدمت نهايت سليقي شعاريءَ، پيار، محبت ۽ وفاداريءَ سان ام المؤمنين سودة بن زمعة ۽ ام ايمن (برڪت نالي) پانهيءَ (رضي الله عنهما وعنها) ڪئي هئي. ام المؤمنين سيده ام سلمه رضي الله عنها نه سائڻ خاتون جنت جي سنيال ۽ خدمت ۾ ڪا ڪوتاهي نه ڪئي هئي. حضرت امام زين العابدين رضي الله عنه کان روايت آهي ته: سيده ام سلمه فرمايو ته: جڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن مديني پاڪ ڏانهن هجرت ڪري آيا ۽ مون سان نڪاح فرمايائون ته فاطمه جي سنيال ۽ خدمت منهنجي حوالي ڪئي هيائون. مگر الله تعالىٰ جو قسم آهي ته ڪيترين ڳالهين ۾ مون پاڻ ان ڪان رهبري حاصل ڪئي. (١)

## سيده خاتون جنت جو جيجل ماءُ کان سوال

هڪ ڀيري خاتون جنت پنجن سالن جي عمر ۾ پنهنجيءَ والده سائڻ رضي الله عنها کان پڇيو ته: پياري

(١) سيرت بنات مطهرات ص٨١

www.maktabah.org

امـان! الله تعـالىٰ جي قـدرت جون نشـانيـون تہ هروقت ڏسـون پيـا ڇا الله تعـالىٰ جي ذات جو بہ ڪڏهن ديدار نصيب ٿيندو؟

## والده ماجده جو جواب

هائو پياري ڌيءُ! جيڪڏهن اسان الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول عليه الصلواة والسلام تي ايمان آڻي، سهڻا عمل ڪيا، الله تعالىٰ جي ٻانهن سان سٺو سلوڪ رکيو ۽ الله تعـالىٰ ۽ ان جي نبي عليه الصلواة والسلام جي حڪمن تي هلياسون تہ يقين آهي تہ قيامت ۾ مالڪ مٺي جي حقيقي ديدار جي دولت بہ حاصل ڪنداسون. (١)

## سيده خاتون جنت جي سيرت ۽ اخلاق

نبوي حديثن جي ڪتابن سيده جي متعلق لکيو آهي تہ: فَاَقْبَلَتْ فَاطِمَةُ تَمْشِيْ مَا تُخْطِئُ مَشِيَّةَ الرَّسُوْلِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ (٢) المقصد تہ سيده فاطمہ هلندي هئي تہ سندس هلڻ بہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي هلڻ سان ملندو جلندو هو ان کان جدا نہ هوندو هو. اٿڻ ويهڻ، عادات، اطوار، اخلاق ۽ ڪردار ۾ پنهنجي پياري پيءُ عليہ الصلواة والسلام جن سان مشابہ هوندي هئي.

(١) حوالو ساڳيو

(٢) صحيح مسلم ص٢٩٠ جلد٢ باب فضائل فاطمه

www.maktabah.org

## مديني منوره ڏانهن هجرت

متي سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها جي هجرت ۾ ذڪر ڪري آيا آهيون ته پنهي ڀينرن سيده ام ڪلثوم ۽ سيده فاطمه رضي الله عنهما ڪي حضور عليه الصلواة والسلام جن ماڻهو موڪلي گهرايو هو ۽ سندن گهرائڻ ۾ سواريون ڪرڻ ۽ وٺڻ وغيره جو خرچ آيو هو اهو سڀ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه ڏنو هو. (١)

راقم پڙهندڙن مسلمانن جي خدمت ۾ عرضگذار آهي ته: ذرا غور ڪيو ۽ سوچيو ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جون خدمتون ۽ دين جي لاءِ قربانيون ڪيتريون گهڻيون آهن. شال الله تعالىٰ اسان کي سندس محبت، ادب ۽ احترام نصيب ڪرڻ فرمائي آمين يا رب العالمين

## سيده فاطمه رضي الله عنها جو حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه سان نڪاح ۽ پرڻو

سيده خاتون جنت جو نڪاح حضرت علي رضي الله عنه سان الله تعالىٰ جي امر ۽ صحابن جي صلاح ڏيڻ سان ٿيو هو. طبراني شريف معتبر راوين جي

(١) طبقات ابن سعد ص١١٨- ١١٩ ج٨ طبع ليدن

www.maktabah.org

روايت سان لکيو آهي تہ: سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "اِنَّ اللهَ اَمَرَنِيْ اَنْ اُزَوِّجَ فَاطِمَةَ مِنْ عَلِيٍّ" يعني الله تعالىٰ مون کي امر کيو آهي تہ فاطمہ جي شادي علي سان کرايان ۽ نکاح ڪرڻ وقت حضرت علي جي عمر مبارک ساڍا چوويھہ سال ۽ خاتون جنت سائڻ جي عمر مبارک اڻويھہ سال ۽ ڏيڍ مهينو يا پندرهن سال ۽ ساڍا پنج مهينا هئي. (١)

حضور عليہ الصلواة والسلام جن اهو نکاح وغيره تہ الله تعالىٰ جي امر سان کيو پر حضرت علي رضي الله عنہ کي ان مائٽيءَ جي گهر ڪرڻ جي صلاح ۽ مشورو حضرت ابوبکر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنهما ڏنو هو ۽ اها ڳالهہ سنين ۽ شيعن ٻنهي لکي آهي (٢)

ملا باقر مجلسي شيعي لکيو آهي تہ حضور اکرم صلي الله تعالىٰ عليه وسلم جن ان مائٽيءَ ڪرڻ جي صلاح حضرت ابوبکر صديق رضي الله عنہ کان پڇي هئي تہ ان بہ کين حضرت علي رضي الله عنہ جي لاءِ مشورو ڏنو هو. (٣)

---

(١) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٤ جلد٣

(٢) مدارج النبوة ص١٢٨ ج٢ سنين جو کتاب ۽ جلاءُ العيون ص١١٨ ج١ ملا باقر مجلسي شيعي جو کتاب

(٣) ساڳيو حوالو ص١١٢ ج١

www.maktabah.org

علامہ ابن الاثير لکيو آهي تہ حضرت ابوبکر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما جي صلاح ڏيڻ کان پوءِ جڏهن حضرت علي رضي الله عنہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن کان اها مائٽي گهرڻ آيو تہ مٿس حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي هيبت طاري ٿي وئي ۽ ماٺ کيو ويٺو رهيو، تانجو پاڻ فرمايائونس تہ: کهڙي کم سان آيو آهين؟ کو کم آهي ڇا؟ حضرت عليؓ وري بہ خاموش رهيو وري پاڻ فرمايائونس تہ "فاطمہ سان نکاح کرڻ جو عرض کڻي آيو آهين؟ عرض کيائين تہ هائو" (١) پاڻ کريمن عليہ الصلواة والسلام جن کيس اهلاً وسهلاً مرحبا فرمائيندي مبارڪ ڏنائون.

حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مان ان وقت سيدنا رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ موجود هوس مٿن وحي جي نازل ٿيڻ جهڙي حالت طاري ٿي پاڻ ان ۾ مستغرق رهيا جڏهن ڪجھہ وقت کان پوءِ ساڳي حالت تي آيا تہ مون کي مخاطب ٿي فرمايائون تہ: اي انس! هاڻي مون وٽ رب العرش جي طرفان جبريل آيو هو، ۽ مون کي چيائين تہ "الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ فاطمہ جو نکاح علي سان کراءِ." اي انس! جلدي وڃ ۽ ابوبکر، عمر،

(١) اسدالغابة ص٥٢٠ جلد٥

عثمان، طلحة، زبير ۽ ٻين اصحابن خصوصاً انصارن جي جماعت کي وٺي آ. جڏهن سڀئي حاضر ٿيا ته پاڻ الله تعالىٰ جو حمد ڪندي، مسلمانن کي نڪاح ڏي توجهه ۽ رغبت ڏياريندي چانديءَ جي چار سؤ مثقال مهر تي حضرت فاطمه جو نڪاح حضرت علي رضي الله عنهما سان ڪرايائون. ان کان پوءِ پاڻ عليه الصلواة السلام جن کجور سان ڀريل ٿانءُ ڪٺي ان مان کجور ڪدي اصحابن جي مٿان ڇٽيائون ۽ نڪاح به پاڻ پڙهيو هيائون. (١)

## حضرت علي رضي الله عنه جي نڪاح جا شاهد

شيعن جي ڪتابن ۾ لکيو آهي ته حضرت علي جي نڪاح جا شاهد حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما ٿيا هئا. (٢) ان کان پوءِ پاڻ حضرت علي کان پڇيائون ته "تووٽ گهر ۾ ڇا آهي؟" عرض ڪيائين ته هڪ سواريءَ جو گهوڙو ۽ هڪ جنگ ۾ بدن تي ڍڪڻ لاءِ زرهه. فرمايائونس ته "گهوڙو تنهنجي سواريءَ لاءِ ضروري آهي باقي زرهه بازار ۾ وڪڻي آ. جڏهن حضرت علي رضي الله عنه اها زرهه کڻي بازار ۾ آيو ته ڪانئس اها زرهه حضرت عثمان چار سئو ستر يا

(١) مدارج النبوة ص١٢٨ جلد٢

(٢) ڪشف الغمه ص١٥٤ شيعن جو ڪتاب

www.maktabah.org

اسي درهمن ۾ خريد ڪري پئسا سندس حوالي ڪرڻ کان پوءِ زرهه به ڪيس واپس ڪري ڏنائين.

شيعن جي مشهور مصنف لکيو آهي ته جڏهن حضرت علي اهو سڄو تفصيل حضور عليه الصلواة والسلام جن کي ٻڌايو ته پاڻ حضرت عثمان جي لاءِ خصوصي دعا ڪيائون. (١)

حضور عليه الصلواة والسلام جن حضرت علي جي انهن آندل پئسن مان ڪجهه پئسا حضرت بلال کي ڏنا ته سيده فاطمه جي لاءِ خوشبوءِ عطر وغيره خريد ڪري اچي ۽ باقي پئسا بيبي ام سليم کي ڏنائون ته سيده خاتون جنت جي شاديءَ جو سامان وٺي اچي. انهيءَ به چادرون، به چانديءَ جا بازوبند، هڪ گدو، هڪ وهاڻو، هڪ پيالو، هڪ ڪلي ۽ هڪ اٽي پيهڻ جو جنڊ ۽ ڪجهه ٻيون شيون وٺي اچي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي گهر مبارڪ ۾ ترتيب سان رکيا. (٢)

شيعن جي مشهور مصنف ملا باقر مجلسيءَ لکيو آهي ته: سيده خاتون جنت جي لاءِ ڏاج طور جيڪو سامان خريد ڪيو ٿي ويو اهو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي صلاح ۽ مشوري سان هو (٣)

(١) بحارالانوار ص٤٨ جلد ڏهون
(٢) مدارج النبوة ص١٣٠ جلد٢
(٣) جلاءُ العيون مترجم اردو ص١٢٣ جلد١

www.maktabah.org

جڏهن حضور عليه الصلواة والسلام جن بدر جي جنگ کان واپس ٿيا ته حضرت علي رضي الله عنه جو نڪاح ٿيو. ڪهڙو مهينو ۽ ڪهڙي تاريخ هئي ان ۾ تمام گهڻو اختلاف آهي. هڪ روايت ۾ آهي ته شوال ۾ نڪاح ۽ ذوالحج مهيني ۾ شادي ٿي هئي. ٻيو قول آهي ته نڪاح رجب مهيني ۾ ٿيو هو ٽيون قول آهي ته صفر مهيني ۾ (١) علامه احمد بن علي بن حجر عسقلانيءَ لکيو آهي ته: حضور عليه الصلواة والسلام جن جڏهن سيده عائشه سائڻ سان شادي ڪئي هئي ته ان کان چار مهينا پوءِ محرم مهيني جي اوائل ۾ حضرت علي جي سيده خاتون اطهر سان شادي ٿي هئي. (٢)

## سيده فاطمه جي لاءِ گهر ٺاهڻ

جڏهن سيده فاطمه رضي الله عنها جي پرڻي جو پروگرام ويجهو ٿيو ته حضور عليه الصلواة والسلام جن سندس رهڻ واري گهر کي سنو بنائڻ ۽ سينگارڻ جي لاءِ پنهنجيءَ پياريءَ ڪنوار ام المؤمنين سيده عائشه ۽ ٻيءَ ڪنوار ام المؤمنين ام سلمه رضي الله عنهما کي حڪم ڪيو ته: فاطمه جي شاديءَ کان پوءِ سندس رهڻ واري گهر کي سنو بنائين. ام المؤمنين سيده عائشه

---

(١) مدارج النبوة ص٧٨٨ جلد٢

(٢) الاصابة ص٣٧٧ جلد٤

www.maktabah.org

رضي الله تعالىٰ عنها جو فرمان آهي ته: سيدنارسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي فرمان اقدس جي مطابق اسان فاطمہ زهراء جي گهر کي سنو بڻائڻ لاءِ بطحا نالي واديءَ مان سنڌي مٽي گهرائي ۽ ان سان ان جاءِ کي لنب چنب ڪري صاف ڪيوسون ۽ پنهنجن هٿن سان کجيءَ جي ٻڙڇين مان تندون ڪڍي صاف ڪري انهن مان ٻه گدا ويهڻ ۽ آرام ڪرڻ جي لاءِ تيار ڪياسون ۽ صاف کجور ۽ ڪاري ڊاک وجهي ڪاڏو تيار ڪيوسون ۽ پيئڻ جي لاءِ مٺو پاڻي ڻاهيوسون ۽ ڪپڙن ٽنگڻ جي لاءِ ان گهر جي ڪنڊ ۾ هڪ ڪاٺي ڪوڙي چڙي سون جنهن ۾ ڪلي ٻه ٽنگي ڇڏجي. جڏهن مٿي ذڪر ڪيل انتظام مڪمل ٿي ويا ته سيده عائشہ رضي الله عنها فرمايو:

فَمَا رَأَيْنَا عُرُسًا اَحْسَنَ مِنْ عُرُسِ فَاطِمَةَ (١)

يعني اسان ڪابہ شادي فاطمہ جي شاديءَ کان وڌيڪ سهڻي نہ ڏٺي.

## سيده خاتون جنت رضي الله عنها جو ڏاج

سيد المرسلين، اشرف الاولين والآخرين صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پنهنجيءَ پياريءَ ۽ ننڍيءَ نياڻيءَ کي جيڪو ڏاج ڏنو هو ان جو بيان امام احمد بن حنبل

(١) السنن لابن ماجه ص١٣٩ ڪتاب النڪاح باب الوليمة

www.maktabah.org

پنهنجي مسند ۾ هن نموني آندو آهي.

عن علي رضي الله عنه ان رسول الله صلى الله عليه وسلم لما زوجه فاطمة بعث معها بخميلة ووسادة من ادم حشوها ليف ورحيين وسقاء وجرتين (١) يعني حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي ته جڏهن سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وصحبه وبارڪ وسلم جن فاطمه کي ساڻ پرڻايو ته ان جي لاءِ پاڻ ١- هڪ وڏي چادر ٢- ٻيو چمڙي جو تهيل وهاڻو جنهن ۾ اندر کجيءَ جي ٻڙڇن جون تندون ڀريل هيون ٣- ٽيون اٽي پيهڻ جو جنڊ ۴- چوٿون پاڻيءَ جي کلي ۵- پنجون ٻه پاڻيءَ جا دلا ڏنا هيائون.

## سادگيءَ جو ڪمال

جڏهن حضرت عليءَ حضرت بيبي فاطمه زهراء رضي الله عنهما جي شادي ٿي وئي ته حضور عليه الصلواة والسلام جن پنهنجيءَ پياريءَ نياڻيءَ جي لاءِ ڪا ٻلي سواري نه طلب ڪئي جنهن تي سوار ٿي سائڻ پنهنجي مڙس جي گهر پهچي ۽ پاڻ بيبي برڪت المعروف به ام ايمن کي فرمايائون ته "تون پيادل فاطمه کي وٺي علي جي گهر پهچائي اچ."

---

(١) مسند امام احمد بن حنبل ص١٠۴ جلد١ تحت مسندات علي

www.maktabah.org

## حضرت علي ۽ سيده فاطمه رضي الله عنهما جي سمهڻ جو بسترو ڇاجو هو؟

دنيا جو رواج آهي ته گهوٽ ۽ ڪنوار جي آرام ڪرڻ جي لاءِ بسترو نهايت نرم ۽ سهڻو رکندا آهن پر ڪائنات جي سردار صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي نامدار نياڻيءَ ۽ ان جي گهوٽ جي آرام ڪرڻ لاءِ جيڪو بسترو هو ان جو ذڪر سيدنا علي رضي الله عنه منبر تي خطاب ڪندي هنن لفظن سان فرمايو هو:

"نكحت ابنة رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم وما لنا فراش ننام عليه الا جلدة شاة فننام عليه بالليل ونعلف عليه الناضح بالنهار (١) يعني مون رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪيو ۽ اسان ٻنهي جي ننڊ لاءِ ٻڪري جي کل کان سواءِ بسترو نه هو رات جو ان تي سمهندا ۽ ننڊ ڪندا هئاسون ۽ ڏينهن جو ان کي وڇائي ان تي اٺ کي گاه ڏيندا هئاسون.

## ڪم ڪار ورهائي ڏيڻ

حضور پرنور عليه الصلواة والسلام جن جيئن پنهنجيءَ نياڻيءَ سيده فاطمه زهراء رضي الله عنها تي

(١) طبقات ابن سعد ص١٣ جلد٨ تحت ذكر فاطمة

www.maktabah.org

مهربان هيا تيئن سيدنا علي رضي الله عنہ کي بہ تمام گهڻو پيار ڏيندا هئا. پاڻ پنهي گهوٽ، ڪنوار کي گهربل ضروري ڪم هن نموني ورهائي ڏنا هيائون. گهر ۾ اندر ڪرڻ وارا ڪم جيئن ماني پچائڻ، ٻهارو ڏيڻ، اٽو پيهڻ وغيرها سيده فاطمہ جي ذمي رکيو هيائون پاڻ نهايت نازڪ مزاج هوندي بہ ٻاهر جي سامهون ويهي ماني پچائيندي هئي جنهن سان سندس پاڪ منهن مبارڪ تي گهڻو اثر پيو هو ۽ اٽي پيهڻ لاءِ جنڊ هلائيندي سندس هٿن مبارڪن ۾ ڦلڪتا ٿي پيا هئا ۽ حضرت علي رضي الله عنہ جي مٿان اٺ کي پاڻي ۽ گاهہ ڏيڻ، بازار مان سودو وٺي اچڻ وغيره ڪم رکيل هئا. (١)

## گهوٽ ۽ ڪنوار کي دعا

حضرت بريدة رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سيدنا علي ۽ سيده فاطمه رضي الله عنهما جي شاديءَ کان پوءِ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن سندن گهر ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ پاڻي ڪٿي حضرت علي رضي الله عنہ جي منهن مبارڪ ۾ پنهنجي پاڪ هٿ سان ڇنڊا هڻي دعا جا هي الفاظ چيائون:

”اَللّٰهُمَّ بَارِکْ فِيْهِمَا وَبَارِکْ عَلَيْهِمَا وَبَارِکْ

(١) مدارج النبوة ص.١٣٠ جلد٢

www.maktabah.org

لَهُمَا فِيْ نَسْلِهِمْ" (١) اي الله! هنن ٻنهي ۾ هنن ٻنهي جي مٿان ۽ هنن ٻنهي جي نسل ۾ برڪت پيدا ڪرڻ فرماءِ.

## سيده فاطمه جي طرفان خادم جي طلب ۽ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي طرفان وظيفي جي عنايت

بخاري، ابوداؤد ۽ مسند ۾ امام احمد بن حنبل عليهم الرحمة مختلف عنوانن سان هيءُ روايت آندي آهي ته: هڪ ڀيري سرورِ دوجهان، نبي آخر زمان صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي خدمت ۾ ڪجهه غلام آيا. اها خبر حضرت علي رضي الله عنه کي پئي ۽ پاڻ پنهنجي اهليه فاطمه زهراء کي موڪليائون ته تون گهرو خدمت جي لاءِ حضور عليه الصلواة والسلام جن کان خادم وٺي آ. سيده دربار عالي ۾ آئي به پر پيا ماڻهو ويٺل ڏسي موٽي آئي. جڏهن اها خبر نبي اڪرم عليه الصلواة والسلام جن کي پهتي ته پاڻ بذاتِ خود سيده جي گهر تشريف فرما ٿيا ۽ اچي ڪانئس پڇيائون ته: فاطمه! اتون ان ڏينهن ڪهڙي ڪم سان آئي هئينءَ؟ سيده نهايت حجاب واري هئي عرض ڪرڻ جي بجاءِ خاموش رهي، پر حضرت علي رضي الله عنه عرض

(١) اسدالغابه ص٥٢١ جلد٥ الاصابه ص٣٧٨ جلد٤

www.maktabah.org

ڪري ٻڌايو تہ: يارسول الله! فاطمه گهر جو ڪم ڪار پاڻ ڪري ٿي، جنهن هلائڻ جي ڪري سندس هٿ ڦٽجي ٿا پون ۽ بار بار پاڻيءَ جي ڪلي پٺيءَ تي کڻي اچڻ جي ڪري پٺيءَ تي زخم ٿي پون ٿا. اوهان وٽ غلام آيا هئا مون ڪيس اوهان ڏانهن موڪليو هو تہ اوهان کان هڪ خادم وٺي اچي تہ ان تڪليف کان بچي پوي.

حضور عليه الصلواة والسلام جن فرمايو تہ "پياري ڌيءُ! گهر جا ڪم پاڻ ڪر. باقي مان توکي هڪ وظيفو ٻڌايان ٿو. جڏهن رات جو آرام جو ارادو ڪرين تہ اهو پڙهندي ڪجانءِ وظيفو هي آهي. ٽيٽيهہ ڀيرا سبحان الله، ٽيٽيهہ ڀيرا الحمدلله، چوٽيهہ ڀيرا الله اڪبر- اهي سڀ هڪ سئو ڀيرا ٿيندا ۽ اهي تولاءِ خادم ڪان ڀلا آهن." (١)

## سيده فاطمه رضي الله عنها جي لاءِ حضور عليه الصلواة والسلام جن اٿي بيهندا هئا

محدث ابوداؤد سيده عائشہ رضي الله عنها کان روايت آندي آهي تہ: جڏهن فاطمہ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي گهر ايندي هئي تہ پاڻ ان جي لاءِ اٿي

(١) بخاري ص٨٠٧ جلد٢ باب عمل المراءة في بيت زوجها ابوداؤد ص١٦ جلد ١ احاديث علي ابن ابي طالب مسند امام احمد ص١٤٦- ١٤٧- ١٥٣ تحت مسندات علي

www.maktabah.org

بيهندا هئا ۽ سندس هٿ وٺي چمندا هئا ۽ کيس پنهنجيءَ ويهڻ واريءَ جاءِ تي ويهاريندا هئا ۽ جڏهن پاڻ فاطمه جي گهر ايندا هئا ته اها به ائين ڪندي هئي. (١)

## سيده فاطمه جي هوندي ٻيءَ شاديءَ کان منع

امام بخاري عليه الرحمة ۽ ٻين محدثن سڳورن روايت آندي آهي ته: مڪي پاڪ جي فتح ٿيڻ کان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه ابوجهل جي ڌيءُ (جويريه) سان شادي ڪرڻ جو ارادو ڪيو جڏهن اها خبر سيده فاطمه رضي الله عنها کي پهتي ته پاڻ سخت ناراض ٿي اها دانهن ڪٺي پنهنجي والد سهڻي حبيب صلي الله عليه وسلم جن وٽ آئي. پاڻ سندس دک جي دانهن ٻڌي پنهنجي منبر تي تشريف فرما ٿيا ۽ جوش سان خطاب ڪندي فرمايائون ته: فاطمه منهنجي جسم جو ٽڪرو آهي جنهن ان کي ايذايو تنهن مون کي ايذايو ۽ جيڪا شيءِ فاطمه کي پسند ناهي اها مون کي پسند ناهي. ان کان پوءِ پاڻ پنهنجيءَ وڏي نياڻيءَ سيده زينب جي مڙس ابوالعاص جو ذڪر ڪندي فرمايائون ته: ان کي به مون پنهنجي نياڻي نڪاح ڪري ڏني هئي پر ان مون سان جا ڳالهه ڪئي سا سچي ڪري ڏيکاريائين ۽ جيڪو وعدو ڪيائين پورو ڪري ڏيکاريائين ۽ مان

(١) مشڪواة شريف ص٤٠٢

www.maktabah.org

پنهنجي طرفان حلال کي حرام يا حرام کي حلال نہ ٿو کيان پر الله جو قسم آهي تہ الله جي نبي ۽ الله جي دشمن جون ڌيئرون هڪ جاءِ تي گڏ نہ ٿينديون. (هن واقعي کي بيان ڪندڙ صحابي مسور بن مخرمہ رضي الله عنہ فرمايو تہ) پوءِ جڏهن حضرت علي کي حضور عليہ الصلوٰة والسلام جن جي ناراض هجڻ جي خبر پئي تہ ابوجهل جي ڌيءُ جويريہ سان نڪاح جو ارادو لاهي ڇڏيائين. (١)

## حضور عليه الصلواة والسلام جن سيده فاطمه رضي الله عنها کي نيڪ عمل ڪرڻ جو تاڪيد گهڻو ڪندا هئا

علامہ ابن سعد عليہ الرحمۃ لکيو آهي تہ حبيب پاڪ صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن دنيا تان ظاهري رحلت ڪرڻ جي قريب پنهنجيءَ نياڻيءَ ۽ ڦڦيءَ صفيہ رضي الله عنهما کي نيڪ عملن لاءِ هنن لفظن ۾ ارشاد فرمايو هو "يَافَاطِمَةُ بِنْتَ رَسُوْلِ اللهِ! يَا صَفِيَّةُ عَمَّةَ رَسُوْلِ اللهِ! اِعْمَلاَ لِمَا عِنْدَاللهِ اِنِّيْ لَا اُغْنِيْ عَنْكُمَا مِنَ اللهِ شَيْئًا" (٢) يعني اي فاطمه! الله جي رسول (صلى الله عليہ وسلم) جي نياڻي! اي صفيہ! الله جي رسول

(١) صحيح بخاري ص٥٢٨ ج١ باب ذڪر اصهار النبي صلى الله عليہ وسلم
(٢) طبقات ابن سعد ص٤٦ جلد٢ قسم ثاني

www.maktabah.org

(صلی الله عليه وسلم) جي ڀڃي! الله تعالیٰ وٽ هلڻ ۽
ان جي اخروي نعمتن حاصل ڪرڻ جي لاءِ (نيڪ) عمل
ڪريو مان اوهان ڪي اتي ڪوبہ فائدو نہ ڏيندس.

## •ضروري وضاحت

هن لفظن سان حضور عليہ الصلواة والسلام
جن جي شفاعت جو انڪار ثابت ناهي ۽ نہ ان مان اها
مراد آهي ڇوتہ سندن شفاعت قرآن ڪريم جي آيتن ۽
متواتر حديثن سان ثابت آهي بلڪ هن مان مراد انهن
ٻنهي کي صرف نسب تي ناز ڪرڻ جي بجاءِ عملي
زندگيءَ ڏانهن متوجه ڪرڻ آهي.

## سيدالمرسلين صلی الله عليه وسلم جن جي سيده فاطمه سان راز واري گفتگو

بخاري ۽ مسلم سيده عائشہ صديقہ رضي الله
عنها کان روايت آندي آهي تہ هڪ ڀيري حضور عليه
الصلواة والسلام جن سان اسين گهر ۾ هيون سين تہ
سيده فاطمه رضي الله عنها بہ آئي ۽ ان وقت سندن
اولاد اطهار مان صرف اها زنده هئي (سندن ٻيو اولاد
پٽ ۽ نياڻيون دنيا تان رحلت ڪري چڪا هئا) سيده
فاطمه جي هلڻ جو نمونو بعينه رسول الله صلی الله عليه
وسلم جن جي هلڻ جهڙو هو. جڏهن پاڻ ان کي ڏٺائون

www.maktabah.org

تہ مرحبا فرمائي کيس پنھنجي پاسي ۾ وھاري ۽ ساڻس
آهستي آهستي ڪجھہ ڳالھايائون تہ اھا روئڻ لڳي.
جڏھن حضور عليہ الصلواة والسلام جن ان کي غمگين
ڏٺو تہ ساڻس وري آهستي آهستي ڳالھايائون تہ کلڻ
لڳي. جڏھن نبي ڪريم صلی اللہ عليہ وسلم جن ان
مجلس مان ٻاھر تشريف فرما ٿياتہ سيده عائشہ رضي
اللہ عنھا فاطمہ کان ان آهستي ٿيل ڳالھہ ٻولھہ جو پڇيو
پر ان جواب ۾ چيو تہ "مان (في الحال) سندن راز نہ
کوليندس." جڏھن حضور عليہ الصلواة والسلام جن
دنيا مان (ظاهري) رحلت فرمائي تڏھن عائشہ کيس
پنھنجو حق (تہ مومنن جي ماءُ هجڻ جي حيثيت سان
تنھنجي بہ ماءُ آهيان) ياد ڏياريندي ان راز واريءَ گفتگو
جي باري ۾ پڇيو تہ فاطمہ کيس ٻڌائيندي فرمايو تہ
"جڏھن رسول اللہ صلی اللہ عليہ وسلم جن مون سان
پھرين ڳالھہ ٻولھہ ڪئي ھئي تہ مون کي فرمايو ھيائون
تہ "فاطمہ! هميشہ جبريل مون سان قرآن پاک جو دور
سال ۾ ھڪ ڀيرو ڪيندو آهي ۽ هن سال ان بہ ڀيرا دور
ڪيو آهي ان مان اندازو لڳايو اٿم تہ منھنجي وفات
قريب آهي. اي پياري ڌيءَ فاطمہ! اللہ تعالیٰ جو خوف
رکندي صبر اختيار ڪجانءِ مان تولاءِ پلو اڳواٽي ڪنڌڙ
ھوندس". سيده فرمايو تہ: مون اھا جدائيءَ جي ڳالھہ

www.maktabah.org

ٻڌي روئي ڏنو. پاڻ جڏهن مون کي پريشان ڏٺائون ته
وري راز واري ڳالهه ڪندي فرمايائون ته: اي فاطمه! ڇا
تون ان ڳالهه کي پسند نه ٿي ڪرين ته تون جنتي عورتن
يا مومنن جي عورتن جي سردار هجين؟ بعضي روايتن
مطابق پاڻ ڪيس فرمايائون ته”تون منهنجي گهراڻي وارن
مان پهرين شخصيت هوندينءَ جيڪا مون ڪان پويان
ايندينءَ“ يعني رحلت ڪندينءَ. اهو ٻڌي مون خوشيءَ
مان ڪليو هو. (١)

## حضور صلي الله عليه وسلم جن جي سيده فاطمه رضي الله عنها کي وصيت

حضور عليه الصلواة والسلام جن جي
(ظاهري) رحلت تي جيڪو صدمو سندن گهروارين ۽
اصحابن پيارن کي پهتو ان جو ذڪر هتي نه ٿو ڪجي
ڇوته ڪتاب جو موضوع اهو ناهي، پر پاڻ ڪريمن صلي
الله تعاليٰ عليه وسلم جن پنهنجي پياريءَ نياڻيءَ سيده
خاتون جنت کي پٽڻ، ڪٽڻ، ماتم ڪرڻ کان منع ڪندي
جيڪي هدايتون ڏنيون هيون اهي شيعن جي معتبر
ڪتابن جي حوالي سان پيش ڪجن ٿيون.
محمد يعقوب ڪليني صاحب امام محمد باقر
کان حضور صلى الله عليه وسلم جن جو هي فرمان نقل

(١) مشكواة شريف ص٥٦٨

www.maktabah.org

ڪيو آهي: "ان رسول الله صلى الله عليه وسلم قال لفاطمة عليها السلام "اِذَا آنَامِتُّ فَلاَ تَخْمَشِيْ عَلَيَّ وَجْهًا وَلَا تُرْخِيْ عَلَيَّ شَعْرًا وَلَا تُنَادِيْ بِالْوَيْلِ وَلَا تُقِيْمِيْ عَلَيَّ نَائِحَةً (١) يعني رسول الله صلعم، الله عليه وسلم جن فاطمه سائڻ کي فرمايو هو ته: جڏهن مان دنيا تان رحلت ڪيان ته منهنجي مٿان نه منهن کي ڏک هڻجانءِ ۽ نه وار پٽجانءِ ۽ نه واويلا، هاءِ گهوڙا ڪجانءِ ۽ نه منهنجي مٿان پٽڻ واريون ٻيهارجانءِ. سيده فاطمه رضي الله عنها ان حڪم تي پوريءَ طرح عمل ڪري ڏيکاريو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي رحلت ڪان پوءِ ڏک ۽ سور سيني ۾ سانديي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي خادم حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کي فرمايو هيائين ته: اي انس! اوهان جي سرن حضور عليه الصلواة والسلام جن تي مٽي وجهڻ ڪيئن گوارا ڪئي؟ (٢)

## سيده فاطمه زهراء جي طبيعت جي ناسازي ۽ صحت جو نه سڌرڻ

جڏهن سيدنا رسول الله صلي الله تعالىٰ عليه

---

(١) فروع ڪافي ص٢٢٨ ڪتاب النڪاح باب صفة مبايعة النبي صلي الله عليه وآله وسلم النساء

(٢) سنن الدارمي ص٢٣ باب وفات النبي ﷺ

www.maktabah.org

وسلم جن دنيا تان ظاهري رحلت ڪرڻ فرمائي تہ سيده
خاتون جنت سڄوري سخت مغموم ۽ پريشان رهندي
هئي. علامہ ابن الاثير لکيو آهي تہ: وما رؤيت ضاحڪة
بعد وفات رسول الله صلى الله عليه وسلم حتىٰ لحقت
بالله (١) يعني حبيبن ڪريمن عليه الصلواة والسلام جن
جي رحلت ڪان پوءِ سائڻ ڪي دنيا ڇڏي وڃڻ تائين
ڪنهن کلندي ڪونہ ڏٺو هو. بيمار ٿي پوڻ جي حالت ۾
سندس ٻچن، پٽن ۽ نياڻين جي نندي هجڻ جي ڪري
حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جي گهرواري
اسماء بنت عميس سندس خدمت ۾ رهندي ۽ سنڀال
ڪندي هئي.

شيعن جي عالم طوسيءَ بہ اها ڳالهہ تسليم
ڪندي لکيو آهي تہ: سيده جي بيماريءَ جي حالت ۾
سندس سنڀال حضرت علي رضي الله عنہ ڪندو هو.
وتعينه عليٰ ذالک اسماء بنت عميس رحمها الله عليٰ
استمرار بذالک (٢) يعني حضرت علي رضي الله عنہ
جي سيده فاطمہ جي سنڀال ۾ اسماء بنت عميس
آخري زندگيءَ تائين مددگار رهي. الله تعاليٰ ان تي
رحمتون نازل ڪرڻ فرمائي.

(١) اسدالغابة ص٥٢٤ جلد٥
(٢) ڪتاب الامالي للشيخ محمد بن حسن الطوسي
ص١٠٧ ج١ تحت الجزءالرابع

www.maktabah.org

## حضرت ابوبکر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنهما جي طرفان سيده جي مزاج پرسي

شيعن جي اڳين عالمن مان مشهور ۽ معروف عالم سليم بن قيس پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته:

وكان يصلي في المسجد الصلوات الخمس فلما صلىٰ قال لـه ابوبكر وعمر كيف بنت رسول الله صلى الله عليه وسلم؟ الي ان ثقلت فسألا عنها (١) يعني حضرت علي رضي الله عنه پنج ئي نمازون (جماعت سان) نبوي مسجد ۾ پڙهندو هو ۽ جڏهن نماز پڙهي فارغ ٿيندو هو ته (حضرت) ابوبڪر ۽ (حضرت) عمر رضي الله عنهما ڪانئس پڇندا هئا ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي نياڻي ڪيئن آهي؟ (خوش آهي) پوءِ جڏهن ڳري (بيمار) ٿي پئي ته خود سائڻ ڪان طبيعت مبارڪ جو پڇڻ آيا هئا.

### سيده جي طرفان حضرت علي رضي الله عنهما کي وصيت ته مون کان پوءِ منهنجيءَ وڏي ڀيڻ زينب جي ڌيءَ امامه رضي الله عنهما سان شادي ڪجانءِ

سيده خاتون جنت پنهنجي والد مڪرم، نبي

(١) ڪتاب سليم بن قيس ص٢٢٤- ٢٢٥ مطبوعه حيدريہ (نجف اشرف)

www.maktabah.org

معظم، نورمجسم، صلي الله تعالىٰ عليه وسلم جن
جي راز واريءَ ڳالهہ کي ذهن ۾ رکندي بيماريءَ جي
حالت ۾ الله تعالىٰ جي وصال لاءِ تيار رهندي پنهنجي
پياري مڙس سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنہ کي
وصيت ڪئي هئي تہ: مون ڪان پوءِ جيڪڏهن شادي
ڪرين تہ منهنجي ڀاڻيجيءَ امامه بنت ابوالعاص سان
ڪجانءِ. (١) حضرت علي رضي الله عنہ ان وصيت تي
عمل ڪندي سيده امامه سان شادي ڪئي هئي ۽ ان
مان ڪيس محمد نالي پٽ بہ ڄائو هو جيئن هن ڳالهہ اڳ
۾ سيده زينب رضي الله عنها جي اولاد جي بيان ۾
شيعن جي ڪتابن جي حوالن سان لکي آيا آهيون. اتي
ڏسي سگهو ٿا.

## سيده خاتون جنت جو انتقال پرملال

حضور صلي الله عليه وسلم جن جي (ظاهري)
رحلت ڪان ڇهہ (٦) مهينا پوءِ سائڻ بيمار ٿي ۽ نيٺ
رمضان المبارڪ مهيني جي ٽين (٣) تاريخ اڱاري جي
رات مغرب نماز ڪان پوءِ ٽيهن (٣٠) سالن جي عمر ۾
سنہ ١١هہ ۾ دنيا دارالفناء کي الوداع چئي دارالبقا
(آخرت) ڏانهن رواني ٿي. (٢) "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنِ"

(١) اسدالغابه ص٠٠ ۴ جلد٥
(٢) الاستيعاب بهامش الاصابه ص٣٨٠ جلد۴

www.maktabah.org

## سيده فاطمه زهراء رضي الله عنها جي وفات تي صحابہ ڪرام ۾ غم جي لهر ڊوڙي رهي هئي

شيعا مڃين يا نہ مڃين مگر سني پائرو! جڏهن سيده جو دنيا تان انتقال ٿيو تہ ان وقت جيڪي مديني منوره ۾ اصحاب سڳورا موجود هئا اهي نهايت غمگين ۽ ڏکويل هيا، ڇوتہ سيده سائڻ حبيب ڪريم عليہ الصلوٰة والسلام جن جي سڌو ۽ بلاواسطي اولاد مان آخري ٻچو هئي. سيني مسلمانن لاء هي وڏو صدمو هو. سيئي اصحاب جيڪي موجود هئا گڏ ٿيا تانت سائڻ جي جنازي نماز ۽ دفن ڪرائڻ وغيره ۾ شرڪت ڪن.

## سيده خاتون جنت جو غسل

سيده فاطمه زهراء وفات ڪان اڳ ۾ اها وصيت بہ ڪئي هئي تہ ڪيس دنيا تان رحلت ڪرڻ ڪان پوء حضرت ابوبڪر صديق جي گهرواري اسماء بنت عميس غسل ڏياري ۽ حضرت علي رضي الله عنه سندس معاون ۽ مددگار رهي. وصيت مطابق حضرت بيبي اسماء بنت عميس رضي الله عنها سائڻ جي غسل جو انتظام ڪيو پر سندس مدد ۽ ساٿ ڏيڻ لاء ٻيون بيبيون سڳوريون سلميٰ ۽ ام ايمن بہ پهچي ويون هيون ۽ سيدنا علي المرتضيٰ رضي الله عنہ سڄي پروگرام جي نگراني ڪري

www.maktabah.org

رهيو هو (١)

## هڪ ضروري وضاحت

بعضي ماڻهن کان ٻڌو ويو آهي ته سيده خاتون جنت وفات کان اڳ غسل ڪري ڇڏيو هو ۽ وصيت ڪئي هيائين ته ڪيس وفات کان پوءِ غسل نه ڏنو وڃي اهو قول معتبر ۽ قوي ناهي ان تي اعتماد نه ڪرڻ گهرجي. (٢)

## سيدة فاطمة زهراء رضي الله عنها جي جنازي جي نماز

وهنجارڻ، تيار ڪرڻ ۽ ڪفن ڍڪائڻ کان پوءِ سيده جي نماز جنازه جي تياري ڪئي وئي حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق ۽ ٻيا جيڪي به اصحابي ان وقت مديني منوره ۾ موجود هئا حاضر ٿيا. حضرت ابوبڪر صديق حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنهم کي فرمايو ته: "اڳتي وڌي جنازه جي نماز پڙهايو." حضرت علي جواب ڏيندي چيو ته: "اي ابابڪر صديق! تون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو خليفو موجود آهين تنهنجي هوندي ڪيئن تو تي سگهي جو مان نماز

(١) البداية والنهاية ص٣٣٣ جلد٦ سن١١ جي حالات جي ذڪر ۾ اسدالغابه ص٤٧٨ ج٥
(٢) البداية والنهاية ص٣٣٣ ج٦

www.maktabah.org

جنازه پڙهايان؟ جنازي جي نماز پڙهائڻ تنهنجو حق آهي تون اڳيان ٿي نماز پڙهاءِ." پوءِ حضرت ابوبڪر صديق اڳيان ٿي چئن تڪبيرن سان نماز پڙهائي. (١)

## سيده خاتون جنت جو دفن

نماز جنازه کان پوءِ سيده فاطمه سلام الله علىٰ ابيها وعليها کي رات جو قبر مبارڪ ۾ دفن ڪيو ويو ۽ کيس قبر اطهر ۾ لاهڻ وارا حضرت علي، حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنهما ۽ حضرت فضل بن عباس هيا. (٢) سندن قبر مبارڪ ڪٿي آهي؟ان ۾ اختلاف آهي، ڪن لکيو آهي ته سندس قبر مبارڪ سندس گهر ۾ ئاهي وٽي جيڪو هاڻي نبوي مسجد جي حدود ۾ داخل آهي ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته ڪيس پڻ ٽن پيئرن سان گڏ جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ويو. (٣)

## سيده فاطمة زهراء رضي الله عنها جو اولاد

سيده خاتون جنت رضي الله عنها کي الله تعالىٰ ۾ نياٽيون ڏنيون هيون. ١- هڪ جو نالو پنهنجيءَ وڏيءَ

(١) طبقات ابن سعد ص١٩ ج٨ تحت تذڪره فاطمه طبع ليدن الرياض النضره ص١٥٦ جلد ١ تحت باب وفات فاطمه رضي الله عنها
(٢) الاصابة ص٣٩٨ ج۴
(٣) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٦ جلد٣

www.maktabah.org

پيڻ سيده زينب وارو زينب رکيو هيائين جنهن جو نڪاح حضرت عبدالله بن جعفر طيار سان ٿيو هو ۽ ٻيءَ ٽي ٻيءَ پيڻ جو نالو ام ڪلثوم رکيو هيائين ان جو نڪاح سنه ١٧ هجريءَ ۾ حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه سان ٿيو هو. بعض علماء فرمايو ته سائڻ کي ٽين نياڻي به ڄائي هئي جنهن جو نالو ٽئين پيڻ وارو رقيه رکيو هيائين پر اها ننڍي هوندي ئي وفات ڪري وئي هئي. (١) ۽ سيده کي الله تعالىٰ ٽي (٣) پٽ عطا ڪيا هئا. ١- هڪ حسن ٢- ٻيو حسين ٣- ٽيون محسن- رضي الله عنهم. ٽنهي پيارن مان ننڍو پاءُ حضرت محسن ننڍي هوندي ئي وفات ڪري ويو باقي ٻه حضرت حسن ۽ حضرت حسين وڏا ٿيا شاديون ڪيائون اولادي ٿيا ۽ ٻئي الله تعالىٰ جي واٽ جا شهيد آهن. سندن اولاد دنيا تي هو، آهي ۽ قيامت تائين هوندو.

## سيده خاتون جنت جو شان ۽ پلايون

جاڻڻ گهرجي ته سيده فاطمه زهراء حبيبن ڪريمن صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي جسم اطهر جو ٽڪرو، حضرت علي جهڙي جوان جي ڪنوار، حسنين ڪريمن جي امان ۽ سيني جنتي مومڻ جي زالن جي سردارِ آهي. مواهب لدنيه جي شارح علامه زرقاني

(١) نسب قريش ص٢٥ تحت ذکر اولاد فاطمة

www.maktabah.org

عليه الرحمة لکيو آهي تہ سيده فاطمه زهراء پنهنجين
ننهي وڏين ڀينرن سيده زينب، سيده رقيہ، سيده ام
ڪلثوم ۽ پنهنجيءَ جيجل ماءُ سيده ام المومنين خديجة
الڪبریٰ رضي الله عنهن ڪان بہ شان ۾ ارفع ۽ اعلیٰ
آهي. (١) پاڻ جڏهن ڪنهن سفر جو ارادو ڪندا هئا
تہ سڀني ڪان آخر ۾ فاطمه سائڻ ڪان موڪلائڻ ايندا
هئا ۽ جڏهن سفر ڪان واپس ٿيندا هئا تہ پنهنجيءَ مسجد
۾ اچي نفل پڙهي سڀني ڪان اول سيده فاطمه رضي
الله عنها سان ملڻ سندس گهر ۾ ايندا هئا تنهن ڪان
پوءِ پنهنجي گهر ڏانهن تشريف فرما ٿيندا هئا. (٢)
سيدهٔ خاتونِ جنت ٺڄو پلايون۔ ان باري ۾ حضور عليه الصلواة
والسلام جن جا ڪيترا ارشاد، فرمان ۽ حديثون
صراحت سان آيل آهن جو جيڪڏهن اهي سڀ گڏ ڪري
لکجن تہ هڪ وڏو دفتر ڀرجي وڃي پر مالا يدرک کله لا
يترک کله (جيڪو سڄو حاصل نہ ٿئي تہ جيڪو ٿئي ان
کي نہ ڇڏجي) موجب ڪجهہ نبوي حديثون لکجن ٿيون
تانتہ مسلمان پاڻ پڙهي دليون ٺارين ۽ مون گنهگار کي
پنهنجين مقبول دعائن ۾ ياد رکن. والله الموفق والمعين

حديث١

مومنن جي ماءُ سيده عائشہ صديقہ رضي الله

---

(١) زرقاني شرح المواهب ص٢٠۴ جلد٣
(٢) زرقاني ص٢٠۴ جلد٣

www.maktabah.org

عنها کان روايت آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن فاطمہ زهراء کي مخاطب ٿي فرمايو: "اَمَا تَرْضَيْنَ اَنْ تَكُوْنِيْ سَيِّدَةَ نِسَآءِ اَهْلِ الْجَنَّةِ اَوْ نِسَآءِ الْمُؤْمِنِيْنَ (١) يعني ڇا تون (هن ڳالهہ تي) راضي ناهين جو (قيامت ۾) جنتين جي زالن يا مومنن جي زالن جي سردار هجين؟

## وضاحت

هن حديث شريف مان ثابت ٿيو تہ حضرت بيبي فاطمہ رضي الله عنها سيني ايمان وارن جي زالن کان پلي ۽ انهن سيني جي سردار ۽ اڳواڻ آهي.

### حديث ٢

حضرت مسور بن مخرمة رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن فرمايو: "فَاطِمَةُ بَضْعَةٌ مِّنِّيْ فَمَنْ اَغْضَبَهَا فَقَدْ اَغْضَبَنِيْ" (٢) يعني فاطمہ منهنجي (جسم اطهر جو) ٽڪرو ۽ حصو آهي جنهن ان کي ڪاوڙايو ان مون کي ڪاوڙايو.

## وضاحت

هي الفاظ حضور عليہ الصلواة والسلام جن

(١) صحيح بخاري شريف ص٥١٢ جلد١

(٢) صحيح بخاري ص٥٣٢ جلد١

www.maktabah.org

تڏهن فرمايا هئا جڏهن حضرت علي سائين ابوجهل جي ڌيءُ جويريه سان نڪاح جو ارادو ڪيو هو، جيئن اڳ ۾ لکي آيا آهيون پر شيعا انهيءَ حديث جا الفاظ پڙهي حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما جي متعلق غلط بيان ڪري چوندا آهن ته انهن خاتون جنت کي ايذايو ۽ ڪاوڙايو هو اهي ان ۾ داخل آهن. مگر مسلمان ڀائرو! انهن ٻنهي ڀلارن نه خاتون جنت کي ايذايو هو نه ڪاوڙايو. جيڪڏهن سائڻ کي ڪا غلط فهمي ٿيندي هئي ته اهي ڪيس مطمئن ڪندا هئا ۽ سائڻ مطمئن ٿي کين دعائون ڏيندي هئي.

## حديث ٣

حضرت جميع بن عمير رضي الله عنه کان روايت آهي ته مان پنهنجيءَ ڦڦيءَ سان گڏجي سيده عائشه رضي الله عنها جي خدمت ۾ ويو هوس ۽ مون سائڻ کان عرض ڪري پڇيو ته: أَيُّ النَّاسِ كَانَ أَحَبَّ إِلىٰ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَتْ: فَاطِمَةُ يعني ماڻهن مان رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي وڌيڪ ڪير پيارو هو؟ چيائين ته فاطمه- مون عرض ڪيو ته ڀلا مردن مان، چيائين ته: فاطمه جو مڙس، جيتري قدر مون کي ڄاڻ آهي ته گهڻا روزا رکندڙ ۽ (رات جو الله تعالىٰ جي عبادت ۾) گهڻو بيهندڙ هوندو هو. (١)

(١) ترمذي شريف ص٢٢٦ ج٢

www.maktabah.org

## مسلمانو! هي حديث غور سان پڙهو

شيعا صاحب سيده عائشه صديقه رضي الله عنها کي (معاذالله ثم معاذالله) سٺو نه سمجهندا آهن پر مٿئين حديث پاڪ سندن باطل خيالن کي رد ڪري ڇڏيو ۽ ثابت ڪيو ته حضرت بيبي عائشه رضي الله عنها کي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي پياريءَ نياڻيءَ ۽ حضرت علي رضي الله عنهما سان عداوت، بغض ۽ ڪينو نه هو، جنهن لاءِ اهي ڳالهيون دل ۾ هونديون آهن انهن جون فضيلتون ۽ ڀلايون بيان نه ڪبيون آهن.

### حديث ۴

حضرت حذيفه رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو: ”نَزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَلَکٌ فَاسْتَاْذَنَ اللهَ اَنْ يُّسَلِّمَ عَلَيَّ لَمْ يَنْزِلْ قَبْلَهَا فَبَشَّرَنِيْ اَنَّ فَاطِمَةَ سَيِّدَةُ نِسَآءِ اَهْلِ الْجَنَّةِ (١) يعني آسمان کان هڪ ملائڪ لهي آيو جيڪو اڳ ۾ نه لٿو هو ان الله تعالىٰ کان مون تي سلام پڙهڻ جي موڪل گهري (جڏهن سلام لاءِ حاضر ٿيو ۽ سلام عرض ڪيائين ته ان سان گڏ) مون کي اها بشارت ڏنائين ته (منهنجي نياڻي) فاطمه جنتين جي عورتن جي سردار آهي.

(١) المستدرڪ للحاڪم ص١٥١ جلد٣

www.maktabah.org

## حديث ٥

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو: "تُبْعَثُ الْاَنْبِيَاءُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ عَلَى الدَّوَابِّ لِيَافُوا بِالْمُؤْمِنِيْنَ مِنْ قَوْمِهِمِ الْمَحْشَرَ وَيُبْعَثُ صَالِحٌ عَلٰى نَاقَتِهِ وَاُبْعَثُ عَلَى الْبُرَاقِ خَطْوُهَا عِنْدَ اَقْصٰى طَرْفِهَا وَتُبْعَثُ فَاطِمَةُ اَمَامِيْ (١) يعني انبياء عليهم السلام قيامت جي ڏينهن پنهنجين سوارين تي سوار کري اٿاريا ويندا تانتہ سندن قوم مان مؤمن ايمان آڻيندڙن سان محشر (جي ميدان) ۾ نباهين ۽ (الله تعالىٰ جو نبي حضرت) صالح (عليه السلام) پنهنجيءَ ڏاچيءَ تي سوار کري اٿاريو ويندو ۽ مان ان براق تي سوار کري اٿاريو ويندس جو جتي سندس نگاهہ جي نهايت ٿيندي اتي وک رکندو ۽ فاطمہ منهنجي اڳيان (مزار پرانوار) مان اٿاري ويندي.

## وضاحت

هن مان مراد آهي تہ بهشت ڏانهن اڳيان هلندي جيئن دنيا ۾ دستور آهي تہ ٻچا والدين جي اڳيان پيا هلندا آهن ۽ ان کي عيب يا والدين جي شان ۾ گهٽتائي نہ سمجهبو آهي ۾ اها شفقت تصور کئي ويندي آهي تيئن خاتون سائڻ جو هن حديث پاک ۾ ذکر کيل اڳيان هلڻ بہ تصور کرڻ گهرجي.

(١) المستدرک للحاکم ص١٥٣ جلد٣

www.maktabah.org

## حديث ٦

حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کان ٻڌو پاڻ فرمائي رهيا هئا تہ: جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ پردي جي پويان کو سڏيندڙ سڏي چوندو تہ اي محشر جي ميدان وارا! "فاطمه بنت محمد (صلى الله عليه وسلم جي سواري محشر جي ميدان مان) لنگهي رهي آهي. اکيون بند ڪيو تہ لنگهي وڃي. (١)

## وضاحت

سيده خاتون جنت ۾ پردي جي حڪم نازل ٿيڻ جي ڪري اها صفت عليٰ وجه الڪمال موجود هئي پاڻ نهايت شرم، حيا واري هئي. سندس فرمان آهي تہ: عورت لاءِ سڀ کان ڀلي ڳالهہ هيءَ آهي تہ اها کنهن غيرمحرم کي نہ ڏسي ۽ نہ کو غيرمحرم کيس ڏسي". پاڻ هيئن بہ فرمايو اٿس تہ"سخت ضرورت کان سواءِ هڪ عورت ٻيءَ عورت جي جسم کي بہ نہ ڏسي پر جي کنهن مجبوريءَ جي ڪري ڏسي تہ ان جي جسم جي ڪيفيت جو ذڪر پنهنجي مڙس وغيره سان نہ ڪري! (٢)

(١) حوالو ساڳيو

(٢) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٤ جلد٣


RAZA LIBRARY

www.maktabah.org

سيده خاتون جنت جي پردي جي سختيءَ سان پائبنديءَ کي نگاهه ۾ رکندي ۽ مسلمان عورتن کي الله تعالىٰ جي هڪ ٻانهي هنن فارسي شعرن سان هدايت ڪئي آهي:

اگر پندے ز درویشے پذیری
هزار امت بمیرد تو نہ میری

يعني اي مسلمان ڀيڻ! جيڪڏهن درويش جي نصيحت قبول ڪندينءَ پوءِ هزارين امتون مري ختم ٿي وڃن پر تون نه مرندينءَ (ڪردار جي لحاظ سان)

بتولے باش پنهان شو ازين عصر
کہ در آغوش شبیرے بگیری

يعني (سيده خاتون جنت رضي الله عنها جي نقش قدم تي هلي) بتول (دنيا سان تعلقات ڪٽيندڙ) ٿي هن زماني جي ماڻهن کان لڪل (پردي ۾) رهه ته (حضرت امام حسين وانگر) شبير (صالح پٽ) ٻاڪر ۾ ڪنيو پئي هلين.

حديث ٧

حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنه کان روايت آهي ته سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو ته: ”جڏهن قيامت جي ڏينهن فاطمه پلصراط تان لنگهندي ته ان سان گڏ ستر هزار

(٧٠٠٠٠) بجليءَ وانگر چمڪندڙ حوررون بہ گڏ هونديون. (١)

حديث ٨

حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وآله وسلم جن فاطمه کي فرمايو: "اِنَّ اللهَ يَغْضِبُ لِغَضَبِكِ وَيَرْضَا لِرِضَاكِ" (٢) يعني الله تعالىٰ تنهنجي ڪاوڙ جي ڪري ڪاوڙجي ٿو ۽ تنهنجي راضي ٿيڻ جي ڪري راضي ٿئي ٿو.

وضاحت

هن حديث مبارڪ جو مطلب بہ اهوئي آهي جيڪو مطلب هن ڪتاب ۾ لکيل حديث٢ جو آهي.

حديث ٩

حضرت عمرو بن دينار رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سيده عائشه صديقہ رضي الله عنها فرمايو: "ما رَأَيْتُ اَحَدًا اَفْضَلَ مِنْ فَاطِمَةَ غَيْرَ اَبِيْهَا" مون فاطمه کان ڪوبہ پلو ماٿهو سندس پيءُ (رسول الله صلى الله عليه وسلم) کان سواءِ نہ ڏٺو.

وضاحت

هي آهي خلوص ۽ سچائي- جنهن سان الله

(١) سفينه نوح ص٣٩ حصہ ٢

(٢) المستدرڪ للحاڪم ص١٥٤ جلد٣

www.maktabah.org

تعالىٰ پنهنجي محبوب عليه الصلواة والسلام جن جي ننگ، محترم اهليه ۽ مومنن جي ماءُ سيده عائشه رضي الله عنها کي نوازيو هو جو جيڪا به کيس سيده فاطمه رضي الله عنها ۽ حضرت علي رضي الله عنه جي متعلق حديث پهتي آهي يا جيڪا سندس دل مبارڪ ۾ انهن پيارن سان محبت آهي ان کي کولي کولي بيان فرمائي رهي آهي. پوءِ جيڪي ظالم ان امان جي شان جي توهين يا تنقيص ڪندا قيامت جي ڏينهن انهن جا ڪارا منهن نه هوندا ته ڪنهن جا هوندا. شال الله تعالىٰ انهن پليدن کي ٻنهي جهانن ۾ خوار ۽ برباد ڪري.

## حديث ١٠

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي ته: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي مسجد ڏانهن ويندي ڇهه (٦) مهينا هي معمول بنايو هو جو سيده فاطمه جي گهر کان لنگهندي فرمائيندا هئا "اَلصَّلٰوةُ يَا اَهْلَ بَيْتِ مُحَمَّدٍ صلى الله عليه وسلم اِنَّمَا يُرِيْدُاللهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا" (١) يعني اي محمد (صلى الله عليه وسلم) جي گهروارؤ! نماز (لاءِ تيار ٿيو) الله تعالىٰ ارادو ٿو فرمائي ته اوهان مان پليدي ڪڍي ۽ اوهان کي پاڪ، صاف بنائي.

(١) اسدالغابة ص ١٢٧ جلد٥، مصنف ابن ابي شيبه ص ٥٣٣ ج ١٢

www.maktabah.org

## وضاحت

عربي ٻوليءَ ۾ بيت گھر کي چوندا آهن ۽ اهل البيت گھروارين کي حضور عليه الصلواة والسلام جن جون گھرواريون ته هن آيت ۾ داخل هيون پر حضور عليه الصلواة والسلام جن پنهنجيءَ نياڻيءَ فاطمه زهراء ۽ سندس مڙس ۽ سندس ٻچن کي به هن آيت ۾ داخل ڪري ان جي برڪتن جي ونڊ انهن کي به ڏياري.

### حديث ١١

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته: سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن حضرت علي ۽ سيده فاطمه رضي الله عنهما جي گھر تشريف فرما ٿيا ۽ ڏٺائون ته اهي ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن نهاري کلي رهيا هئا پر سندن تشريف آوريءَ جي ڪري ماٺ ڪري ويهي رهيا. پاڻ ٻنهي کان پڇيائون ته "چو ٿي کليُوَ؟ ۽ جڏهن مون کي ڏٺُوَ ته ماٺ ڪٽي ڪيَو" سيده فاطمه رضي الله عنها جلديءَ ۾ جواب عرض ڪيو ته: بابا! علي فرمايو ته "مان رسول الله (صلى الله عليه وسلم) جن کي توکان وڌيڪ پيارو آهيان." ۽ مون چيو ته "مان ڪين وڌيڪ پياري آهيان." پاڻ اهو ٻڌي ارشاد فرمايائون ته: "يَا بُنَيَّةُ! لَكِ رِقَّةُ الْوَلَدِ وَعَلِيٌّ اَعَزُّ عَلَيَّ مِنْكِ" (١) يعني اي ڌيئڙي! تولاءِ

---

(١) مجمع الزوائد للهيتمي ص٢٠٢ جلد٥

www.maktabah.org

اولاد هجڻ واري نرم دلي آهي ۽ علي مون وٽ توکان وڌيک عزت وارو آهي.

## وضاحت

هي آهي حق ۽ صداقت جو اظهار. سيده فاطمه سڳوري ڪين واقعي اولاد هجڻ جي لحاظ سان پياري هئي ۽ اولاد لاءِ قلب جي نرمي فطرتي شيءِ آهي. سيدنا علي رضي الله عنه مرد هجڻ، مجاهد ۽ غازي هجڻ جي لحاظ سان قابل عزت ۽ احترام آهي.

## حديث ١٢

مومنن جي ماءُ سيده عائشه صديقه رضي الله عنها کان روايت آهي ته: رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: ”إِذَا اَنَا اِشْتَقْتُ اِلیٰ رَائِحَةِ الْجَنَّةِ شَمَمْتُ رِيحَ فَاطِمَةَ (١) يعني جڏهن مون کي بهشت جي سرهاڻ سنگهڻ جو شوق ٿيندو آهي ته فاطمه جي بوءِ سنگهندو آهيان. ان مان اها سرهاڻ ايندي آهي.

## وضاحت

هن حديث پاڪ مان ثابت ٿيو ته سيده خاتون جنت جو وجود مسعود جنت جي خوشبوءِ سان ڳوهيل آهي تڏهن ئي سندس بوءِ مان بهشتي سرهاڻ ايندي هئي.

---

(١) ساڳيو حوالو

www.maktabah.org

## حديث ١٣

حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سيده فاطمہ رضي الله عنها کي مخاطب ٿي فرمايو تہ: "اِنَّ اللهَ غَيْرُ مُعَذِّبِکِ وَلاَ وَلَدِکِ" (١) يعني يقيناً الله تعالىٰ توکي ۽ تنهنجي اولاد کي عذاب نہ ڪندو.

## وضاحت

هن ڪان اڳ ۾ عرض ڪري آيا آهيون تہ جيئن لا الہ الا الله پڙهڻ وارو جڏهن ان ڪلمي جون سڀئي تقاضائون پوريون ڪندو تڏهن بهشت ۾ داخل ٿيندو. تيئن سيده خاتون جنت جو اولاد بہ جڏهن سندس زندگيءَ جي حالات کي پنهنجو بنائيندو تڏهن عذاب ۾ نہ ويندو. اهائي مراد آهي. ائين نہ تہ سيده جو اولاد سڏائي برايون ڪندو وتي ان کي بہ پنهنجي عملن جو حساب ڪتاب ڏيڻو آهي.

## حديث ١٤

حضرت مسور بن مخرمہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو: "فَاطِمَةُ شَجْنَةٌ مِّنِّيْ يَبْسُطُنِيْ مَا يَبْسُطُهَا وَيَقْبِضُنِيْ مَا يَقْبِضُهَا وَاِنَّہٗ تَنْقَطِعُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

(١) ساڳيو حوالو

www.maktabah.org

اَلْاَنْسَابُ اِلَّا نَسَبِيْ وَسَبَبِيْ"(١) يعني فاطمه منهنجو ٽڪرو آهي جيڪا شيءِ ان کي خوش ٿي ڪري اها مون کي خوش ٿي ڪري ۽ جيڪا شيءِ ان کي تنگ ٿي ڪري اها مون کي تنگ ٿي ڪري ۽ هيءَ ڳالهه پڪي آهي ته قيامت جي ڏينهن منهنجي نسب کان سواءِ سڀ نسب ڪٽيل هوندا.

## وضاحت

يعني ٻين جا نسب قيامت جي ڏينهن نفعو نه ڏيندا ياد ٿي نه رهندا پر منهنجو نسب اتي به ڪم ايندو ۽ منهنجي نسب مان اچڻ وارن تي منهنجي صدقي مهرباني ٿيندي.

## حديث ١٥

سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنه کان روايت آهي ته"هڪ ڀيري سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن منهنجي گهر تشريف فرما ٿيا. مان ننڊ ۾ هوس ته منهنجي پٽن مان حُسين ڪانئڻ پيئڻ جي لاءِ ڪا شيءِ گهري. ان وقت اسان جي گهر ۾ (کير کان خالي) هڪ ڪمزور ٻڪري موجود هئي، پرحضورصلى الله عليه وسلم جن ان تي پنهنجا برڪت ڀريا هٿ گهمائي ان کي ڏهڻ شروع ڪيو ته ان کير ڏيڻ شروع ڪيو. (منهنجي پٽ حسن

(١) مجمع الزوائد للهيتمي ص٢٠٣ جلد٥

www.maktabah.org

ڪانئن) ڪير گهريو ته ان کي پاڻ پري ڪري ويهاريائون.
فاطمه سائڻ کين عرض ڪيو ته: شايد حُسين اوهان کي وڌيڪ پيارو آهي؟ پاڻ فرمايائونس ته: وڌيڪ پياري هجڻ جي ڳالهہ ناهي پر حُسين اڳ ۾ طلب ڪئي هئي تنهن ڪان پوءِ فرمايائون ته "فاطمه! مان، تون، هي ٻئي (حسنين) ۽ هيءُ ستل (علي) قيامت جي ڏينهن بهشت جي هڪ جاءِ ۾ هونداسين." (١)

## وضاحت

هن حديث پاڪ مان ثابت ٿيو ته ڪا به شيءِ جيڪڏهن ٻه ڄڻا طلب ڪن ته اول ان کي ڏجي جنهن اول طلب ڪئي آهي. ٻيو هيءَ ڳالهہ به ثابت ٿي ته حضور عليه الصلواة والسلام جن جي هٿن مبارڪن ۾ ايتري برڪت آهي جو جنهن تي رکن ان جي ويل طاقت به وري ايندي آهي. ڏسو جنهن ٻڪريءَ ۾ ڪير هيو ئي ڪونه ان تي شفقت جا هٿ گهمايائون ته ان مان ڪير وهي هليو.

## حديث ١٦

حضرت عمران بن حصين رضي الله عنه کان روايت آهي ته: هڪ ڀيري فاطمه سائڻ بيمار ٿي پئي ۽ حضور صلى الله عليه وسلم جن ڪانئس پڇڻ آيا.

(١) اسدالغابه ص٥٢٣ جلد٥

www.maktabah.org

فرمايائونس تہ "كَيْفَ تَجِدِيْنَكِ يَا بُنَيَّةُ! اي ڌيئڙي! پاڻ ڪي ڪيئن ٿي سمجهين؟ عرض ڪيائين تہ "بابا سائين! بيمار آهيان ۽ بيماري وڌندي ٿي وڃي ۽ گهر ۾ کائڻ لاءِ بہ ڪجهہ ناهي." پاڻ ڪيس مخاطب ٿي فرمايائون تہ: ڇا تون ان (نعمت) تي راضي ناهين تہ (قيامت ۾) سڀني جهانن جي عورتن جي سردار هجين؟ سيده فاطمه پنهنجي والد سائينءَ کان عرض ڪري پڇيو تہ: پوءِ عمران جي ڌيءُ مريم جو سڀني جهانن جي عورتن جي سردار آهي؟ حضور پرنور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ: اها صرف ان وقت جي جهانن جي عورتن جي سردار هئي ۽ تون اڳين ۽ پوين سڀني جهانن جي عورتن جي سردار آهين." (١)

## وضاحت

هن حديث پاڪ مان ثابت ٿيو تہ سيده فاطمه رضي الله عنها اڳين، پوين سڀني جهانن جي عورتن مريم، آسيه، خديجه، عائشه وغيرهن سڀني پيارين رضي الله عنهن جي سردار ۽ سڀني کان شان ۾ بلند ۽ بالا آهي. والحمد لله عليٰ ذالڪ

## سوال

اوهان هن کان اڳ ۾ سيده زينب سڳوريءَ

(١) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٥ جلد٣٥

حضور عليه الصلواة والسلام جن جي وڏيءَ نياڻيءَ جي
متعلق هڪ نبوي حديث لکي آيا آهيو جنهن ۾ پاڻ
فرمايو هيائون ته: "منهنجي نياڻين ۾ زينب ڀلي آهي."
پوءِ هتي ڪيئن لکيو اٿوَ ته سيده فاطمه زهراء سيني
کان ڀلي ۽ سيني جي سردار آهي.

جواب

ان سوال جو جواب علامہ زرقاني عليه الرحمة
جي لفظن ۾ پڙهو. علامہ موصوف لکيو آهي ته: ان
ذالک کان متقدما ثم وهب الله لفاطمة من الاحوال
السنية والكمال مالم يشركها فيه احد (١) يعني
پهريان افضليت ۾ ڀينرن کان ڀلي هجڻ جي مقام تي
سيده زينب رضي الله عنها فائز هئي ان کان پوءِ الله
تعالیٰ فاطمه سائڻ کي سهڻن ۽ ڪمال وارن انهن مقام
تي پهچايو جو ان ۾ ساڻس ڪوبہ شريڪ نہ آهي.

حديث ١٧

حضرت ثوبان رضي الله عنہ کان روايت آهي ته:
هڪ ڏينهن سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سيده فاطمه زهراء
رضي الله عنها جي گهر تشريف فرما ٿيا ته سيده فاطمه
سڳوري پنهنجي پاڪ ڳچيءَ مان سوني زنجير لاهي ڪين

(١) زرقاني شرح المواهب ص٢٠٥ جلد٣

www.maktabah.org

ڏيڪاري عرض ڪيو تہ: هيءَ ابوالحسن (حضرت علي) مون کي هديي طور ڏني آهي. پاڻ ان کي (ناپسند ڪندي سيده سان مخاطب ٿي) فرمايائون تہ: اي فاطمہ! ڇا توکي اها ڳالهہ وڻي ٿي جو ماڻهو چون تہ (حضرت) محمد (صلي الله عليہ وسلم) جي نياڻيءَ جي هٿ ۾ باهہ جي زنجير آهي؟ اهو فرمائي پاڻ ويهڻ جي بجاءِ اٿي هليا ويا ۽ فاطمہ سائڻ اها سوني زنجير وڪڻي، ان مان هڪ ٻانهو خريد ڪري الله تعاليٰ جي واٽ ۾ آزاد ڪري ڇڏيو. جڏهن اها ڳالهہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن تائين پهتي تڏهن پاڻ فرمايائون تہ"الله تعاليٰ جي لاءِ هر حمد ثابت آهي جنهن فاطمہ کي باهہ کان محفوظ رکيو". (١)

## وضاحت

دنيا ۾ مسلمانن جو الله تعاليٰ جي دشمن ڪافرن سان وڙهڻ ۽ حق لاءِ لڙڻ جهاد آهي پر نفساني خواهشن جي مخالفت ڪري، حرام شين کان بچي، قرآن ڪريم ۽ نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن جي فرمانن تي عمل ڪرڻ ۽ ثابت قدم رهڻ وڏو جهاد آهي ان جي ڪري حضور پرنور صلی الله تعاليٰ عليہ وسلم

(١) المستدرک للحاکم ص١٥٣ جلد٣

www.maktabah.org

جن پاڻ بہ دنياوي لذتن کان منهن مبارک متي ۽
مسڪيني اختيار فرمائي تہ اصحابن ۽ اهلبيتن کي بہ
اهو سبق سيکاري ان تي عمل ڪرايو مفتيٰ به قول
مطابق عورت کي سونا زيور پائڻ جائز آهن پر پاڻ
پنهنجيءَ پياريءَ نياڻيءَ کي سوني زنجير سان محبت
رکڻ يا پسند ڪرڻ جي موڪل نہ ڏنائون تہ متان سندس
پاڪ ۽ صاف دل ۾ الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي
شيءِ جي محبت پيدا ٿي وڃي ۽ اهوئي سبب آهي جو
الله تعالىٰ جا پيارا ڪامل ولي ۽ پيلارا جائز شين کان
بہ پاسو ڪندا ۽ سلوڪ جي طالبن کي جهليندا آهن
چوتہ اهي شيون هونديون تہ حلال آهن پر انهن جي
ڪري طالب جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ جو خطرو هوندو
آهي الله وارا اها رڪاوٽ درو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا
آهن.

## سيدہ خاتون جنت رضي الله تعالىٰ عنها باطني صفائيءَ ۽ روحاني ترقيءَ جي اعلىٰ منزلن تي پهتل هئي

حضرت امام حسن عليه وعلىٰ امه السلام جن
جو فرمان آهي تہ ”مون پنهنجيءَ جيجل امان کي گهر ۾
تهيل عبادتگاهہ ۾ سڄيون راتيون نماز ۾ مشغول ۽

www.maktabah.org

حضـور عليـه الصلواة والسـلام جن جي امـتي مـردن ۽
عورتن لاءِ دعائون گهرندي ڏٺو. مون کيس عرض کيو تہ
امـان! اوهان پنهنجي لاءِ تہ دعـا کانہ گـهـري؟ پاڻ
فرمايائين تہ: اي پيارا پٽ! مان هميشہ اول ٻين لاءِ پوءِ
پاڻ لاءِ دعا گهرندي آهيان.

## حديث ١٨

طبراني اوسط ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنہ
کان روايت آندي آهي تہ (حضرت) علي (رضي الله عنہ)
حضـور صلي الله عليـه وسلم جن جي خدمت ۾ عـرض
کيـو تہ "يَارَسُوْلَ اللهِ! اَيُّمَا اَحَبُّ اِلَيْکَ اَنَا اَمْ فَاطِمَةُ؟
قَالَ فَاطِمَةُ اَحَبُّ اِلَيَّ مِنْکَ وَاَنْتَ اَعَزُّ عَلَيَّ مِنْهَا وَكَاَنِّي
بِکَ وَاَنْتَ عَلٰي حَوضِي تَذُوْدُ عَنْهُ النَّاسَ وَاَنَّ عَلَيْهِ
الْاَبَارِيْقَ مِثْلَ عَدَدِ نُجُوْمِ السَّمَآءِ وَاَنِّي وَاَنْتَ وَالْحَسَنُ
وَالْحُسَيْنُ وَعَقِيْلٌ وَجَعْفَرٌ فِي الْجَنَّةِ اِخْوَانًا عَلٰی سُرُرٍ
مُّتَقَابِلِيْنَ ثُمَّ قَرَءَ صَلَّی اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ "اِخْوَانًا عَلٰي سُرُرٍ
مُّتَقَابِلِيْنَ (١) لَا يَنْظُرُ اَحَدُهُمْ فِيْ قَفَا صَاحِبِهٖ" (٢)
يعني يارسـول الله! اوهان کي کيـر وڌيک پيـارو آهي.
مان يا فاطمه؟ پاڻ فرمايائون تہ "فاطمه مون کي توکان
وڌيک پيـاري آهي ۽ تون مـون وٽ ان کـان وڌيک عـزت

(١) سورة الحجر آيت ٤٧ (٢) اتحاف السائل ص٢٦-٢٧.

وارو آهين ۽ مـان چڻ توکي پنهنجي حـوض تي ڏسي
رهيـو آهيان جو تون ان کان (نااهل) ماڻهن کي روکي
رهيـو آهين ۽ ان حـوض تي آسـمـان جي تارن جيـتـرا
کونرا پيل آهن ۽ مان، تون، حسن، حسين، عقيل ۽
جعفر بهشت ۾ ياڻر ٿي بهشت جي تختن تي هڪ ٻئي
کي سامهون وهنداسين ان کان پوء هيء آيت پڙهيائون
جنهن ۾ فرمان آهي تہ بهشت وارا "ياڻر ٿي هڪ ٻئي
جي سامهون تختن تي ويهندا." انهن مان کوبہ پنهنجي
ساٿيء جي کياڙيء ڏانهن نہ نهاريندو چوتہ هڪ ٻئي
جي سامهون هوندا.

## حديث ١٩

ابوداٶد طيالسيء، حاڪم، ترمذيء ۽ الڪبير
۾ طبرانيء حضرت اسامہ بن زيد رضي الله عنه کان
روايت ڪئي آهي تہ سيدنا رسول الله صلی الله عليه
وسلم جن فرمايو: "اَحَبُّ اَهْلِيْ اِلَيَّ فَاطِمَةُ" (١) يعني
فاطمہ (رضي الله عنها) مـون کي پنهنجي اهل مـان
وڌيڪ پياري آهي.

## حديث ٢

ابن سعد حضـ ـلي رضي الله عنہ کان روايت

(١) اتحاف السائل ص٢٨

www.maktabah.org

آندي آهي ان فرمايو تہ: مون کي رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن ٻڌايو تہ: "أَوَّلُ مَنْ يَدْخُلُ الْجَنَّةَ أَنَا وَفَاطِمَةُ" (١) يعني بهشت ۾ پهريائين مان ۽ فاطمہ داخل ٿينداسون.

## حديث ٢١

بيهقيءَ دلائل النبوة ۾ حضرت عمران بن حصين رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي، ان فرمايو تہ: مان رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن سان گڏ هوس تہ (سيده) فاطمہ (رضي الله عنها) آئي ۽ اچي (سيدنا) رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جي اڳيان بيٺي پاڻ ان ڏانهن نهاريائون تہ سندس منهن مبارڪ ۾ رت نہ هو (صرف هڏا نظر اچي رهيا هئا) ۽ بک ۾ رهڻ جي ڪري سندس متان ڦڪاڻ غالب ٿي چڪي هئي پوءِ پاڻ ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن پنهنجو هٿ مبارڪ سائڻ جي سيني مبارڪ مان هار پائڻ واريءَ جاءِ تي رکي پنهنجين آڱرين مبارڪن کي ڪشادو بنائي فرمايائون: "اَللّٰهُمَّ مُشْبِعَ الْجَاعَةِ وَرَافِعَ الْوَضِيْعَةِ اِرْفَعْ فَاطِمَةَ بِنْتَ مُحَمَّدٍ" اي الله! اي بکين کي ڍؤ ڪرائيندڙ ۽ ڪِرِيلن کي بلند بنائيندڙ (حضرت محمد (صلی الله عليه وسلم) جن جي نياڻيءَ فاطمہ

(١) اتحاف السائل ص٧٣

www.maktabah.org

(رضي الله عنها) کي بلندي عطا فرماءِ. ۽ طبرانيءَ اوسط ۾ هي الفاظ روايت کيا آهن "اَللّٰهُمَّ مُشْبِعَ الْجُوْعَةِ، وَقَاضِيَ الْحَاجَةِ وَرَافِعَ الْوَضِيْعَةِ لَا تُجِعْ فَاطِمَةَ بِنْتَ مُحَمَّدٍ" (صلی الله عليه وسلم) اي الله! اي بکين کي ڍؤ کرائيندڙ، حاجت پوري کندڙ ۽ کريلن کي بلندي بخشيندڙ، (حضرت) محمد (صلی الله عليه وسلم) جن جي نياڻيءَ فاطمه (رضي الله عنها) کي بک نه ڏجانءِ." راوي ٿو چوي ته: پوءِ مون خاتون جنت سائڻ جي منهن مبارک مان ڦکاڻ کي ختم ڏٺو ۽ منهن مبارک ۾ رت موٽي آيو. ۽ کانئس پڇيم، فرمايائين ته: ان دعا کان پوءِ مون کي بک نه لڳي آهي. (١)

## سيدة فاطمہ زهراءِ رضي الله عنها کان روايت ڪيل حديثون

جاڻڻ گهرجي ته حضور پرنور صلی الله عليه وسلم جن جي دنيا تان ظاهري رحلت کان پوءِ سيده خاتون جنت رضي الله عنها جي به جلد وفات ٿي هئي ان جي ڪري ڪانئس حضور عليه الصلواة والسلام جن جون حديثون تمام ٿوريون روايت ڪيل آهن پر جيڪي ملي سگهيون آهن اهي هتي لکجن ٿيون.

(١) اتحاف السائل ص ٩٠

www.maktabah.org

## حديث ١

سيدنا امام حسين جي نياڻيءَ فاطمه پنهنجيءَ ڏاڏيءَ فاطمه بنت رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کان روايت ڪئي آهي ته: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جنهن وقت مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا ته "بِسۡمِ اللهِ وَالسَّلَامُ عَلىٰ رَسُوۡلِ اللهِ اَللّٰهُمَّ اغۡفِرۡ لِيۡ ذُنُوۡبِيۡ وَافۡتَحۡ لِيۡ اَبۡوَابَ رَحۡمَتِکَ" چوندا هئا. ٻيءَ روايت ۾ آهي ته جنهن وقت مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا ته "اَللّٰهُمَّ اغۡفِرۡ لِيۡ ذُنُوۡبِيۡ وَافۡتَحۡ لِيۡ اَبۡوَابَ رَحۡمَتِکَ" چوندا هئا ۽ جڏهن نڪرندا هئا ته به اَللّٰهُمَّ اغۡفِرۡ لِيۡ ذُنُوۡبِيۡ وَافۡتَحۡ لِيۡ اَبۡوَابَ رَحۡمَتِکَ چوندا هئا. (١)

## حديث ٢

بيهقيءَ شعب الايمان ۾ سيده خاتون جنت رضي الله عنها کان روايت آندي آهي ته سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "جمعه جي ڏينهن جنهن گهڙيءَ ۾ دعا قبول پوندي آهي اها سج لهڻ واري گهڙي آهي. (٢)

(١) حاشيه اتحاف السائل ص٧٠ ص٩١

(٢) ساڳيو حوالو ص١٠٠

www.maktabah.org

## حديث ٣

طبراني شريف ۾ سيده خاتون جنت کان روايت آهي ته: اها سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ سندن دنيا تان رحلت واريءَ بيماريءَ ۾ حسن ۽ حسين کي وٺي آئي ۽ عرض ڪيائين ته "يَارَسُوْلَ اللهِ! هٰذَانِ ابْنَاکَ فَوَرِّثْهُمَا شَيْئًا قَالَ اَمَّا الْحَسَنُ فَلَهٗ هَيْبَتِيْ وَسُوْدَدِيْ وَاَمَّا الْحُسَيْنُ فَلَهٗ جُوْدِيْ وَجُرْءَتِيْ، فَاِنِ ابْتُلِيْتُمْ فَاصْبِرُوْا فَاِنَّ الْعَاقِبَةَ لِلْمُتَّقِيْنَ" (١) يعني يارسول الله! هي اوهان جا پٽ آهن پوءِ انهن کي ڪا شيءِ ورثي ۾ ڏيو پاڻ فرمايائون ته: حسن لاءِ منهنجي هيبت ۽ سرداري آهي ۽ حسين لاءِ منهنجي سخا ۽ جرئت آهي. پوءِ جيڪڏهن امتحان ۾ آندا وڃو ته صبر ڪجو يقيناً چڱي پڇاڙي پرهيزگارن لاءِ آهي.

## سيده خاتون جنت رضي الله عنها جا شعر

علماءِ ڪرام سيده خاتون جنت جا مختلف شعر لکيا آهن جن مان سندس ٻه شعر هتي لکجن ٿا.

طاهر بن يحييٰ علوي ۽ ڪتاب الوفا ۾ علامه ابن الجوسي لکيو آهي ته: جڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن مزار پرانوار ۾ رکيا ويا ته سيده فاطمه رضي الله عنها آئي ۽ سندن قبر انور جي مٿان بيهي

(١) اتحاف السائل ص١٠١

www.maktabah.org

سندن قبر مبارڪ جي مٽيءَ مان مٿ يري هي شعر پڙهيائين:

مَاذَا عَلَيَّ مَنْ شَمَّ تُرْبَةَ اَحْمَدًا
اَنْ لَّا يَشُمَّ مُدَى الزَّمَانِ غَوَالِيَا

يعني جنهن احمد صلى الله عليه وسلم جن جي (قبر مبارڪ) جي مٽي سنگهي آهي اهو هميشه جي لاءِ نهايت مهانگي خوشبوءِ به نہ سنگهندو.

صُبَّتْ عَلَيَّ مَصَائِبٌ لَّوْ اَنَّهَا
صُبَّتْ عَلَي الْاَيَّامِ عُدْنَ لَيَالِيَا (١)

يعني مون تي اهڙيون مصيبتون وڌيون ويون آهن جو جيڪڏهن اهي روشن ڏينهن تي لاٿيون وڃن هاڻ اهي به ڏينهن مان راتيون ٿي وڃن ها.

هذا آخر ما اردت بعون الله ايراده في هذا الباب والله الهادي الي الحق والصواب - وانا الفقير الى الله المغيث محمد ادريس عفي عنه ما كان او يكون منه بمؤرخه ١٧- ٨ - ١٤١٦- يوم الجمعة المباركة الموافق ١٥ - ١٠- ١٩٩٥ع

(١) اتحاف السائل ص١٠٣

www.maktabah.org

# ساٿيءَ سونهان


١- قرآن ڪريم ـــــــ مالڪ مٺي جو ڪلام

٢- تفسير مظهري ـــــــ علامه ثناءالله پاني پتي

٣- الجامع لاحڪام القرآن ـــ علامه محمد بن احمد انصاري القرطبي

٤- تفسير روح المعاني ـــــــ سيد محمود آلوسي بغدادي

٥- روح البيان ـــــــ محمد اسماعيل حقي

٦- الدر المنثور ـــــــ علامہ عبدالرحمٰن سيوطي

٧- فتح القدير ـــــــ محمد بن علي شوڪاني

٨- ابن ڪثير ـــــــ علامه ابوالفداء اسماعيل دمشقي

٩- ضياءُ القرآن ـــــــ پير محمد ڪرم شاھ ازهري

١٠- بخاري شريف ـــــــ محمد بن اسماعيل بخاري

١١- سنن ابوداود ـــــــ سليمان بن اشعث سجستاني

١٢- ترمذي شريف ـــــــ محمد بن عيسىٰ ترمذي

١٣- عمدة القاري شرح البخاري ـــــــ بدرالدين عيني

١٤- المستدرڪ ـــــــ محدث حاڪم نيشاپوري

١٥- ڪنزالعمال ـــــــ علي متقي هندي

١٦- صحيح مسلم ـــــــ مسلم بن حجاج قشيري

١٧- مشڪواة شريف ـــــــ ولي الدين محمد بن عبدالله الخطيب

١٨- سنن ابن ماجه ـــــــ ابوعبدالله محمد بن يزيد ابن ماجه

١٩- مسند امام احمد بن حنبل ـــ امام احمد بن حنبل عليه الرحمة

٢٠- سنن الدارمي ـــــــ محمدبن عبدالله دارمي

٢١- مصنف ابن ابي شيبه ـــ حافظ ابوبڪر ابن ابي شيبه


www.maktabah.org

٢٢- مدارج النبوة ــــــ علامہ شیخ عبدالحق محدث دهلوي
٢٣- الاصابة ــــــ احمد بن علي بن حجر عسقلاني
٢٤- الاستيعاب ــــــ ابن عبدالبر القرطبي
٢٥- سيرت حلبيه ــــــ علي بن برهان الدين حلبي
٢٦- كتاب نسب قريش ــــــ مصعب زبيري
٢٧- مجمع الزوائد ــــــ نورالدين علي بن ابوبكر هيتمي
٢٨- المحبر ــــــ ابوجعفر بغدادي
٢٩- كتاب المعارف ــــــ ابن قتيبه دينوري
٣٠- انساب الاشراف ــــــ احمدبن يحيىٰ بلاذري
٣١- جمهرة انساب العرب ــــــ ابن حزم اندلسي
٣٢- الكامل في التاريخ ــــــ علامه ابن الاثير
٣٣- زاد المعاد ــــــ ابن قيم الجوزي
٣٤- البداية والنهاية ــــــ ابن كثير دمشقي
٣٥- تاريخ طبري ــــــ ابوجعفر محمد بن جرير طبري
٣٦- مواهب لدنيه ــــــ علامہ احمد قسطلاني
٣٧- مروج الذهب ــــــ ابوالحسن علي بن حسين مسعودي
٣٨- نورالابصار ــــــ سيد مومن شبلنجي
٣٩- جواهر البحار ــــــ علامہ يوسف نبهاني
٤٠- سيرت ابن هشام ــــــ عبدالله بن هشام معافري
٤١- تاريخ ابن عساكر ــــــ علي بن حسن شافعي
٤٢- طبقات ــــــ علامہ ابن سعد
٤٣- اسدالغابة ــــــ علامہ ابن الاثير
٤٤- تراجم سيدات بيت النبوة ــــــ ڈاكٹر عائشه جزائري


www.maktabah.org

۴۵- زرقاني شرح المواهب ———— محمد بن عبدالباقي زرقاني
۴۶- الروض الانف ———— عبدالرحمٰن بن عبدالله السهيلي
۴۷- وفاء الوفا ———— علامہ سمهودي
۴۸- اتحاف السائل ———— عبدالرؤف مناوي
۴۹- سفينه نوح ———— علامہ محمد شفيع اوكاڑوي
۵۰- سيرت بنات مطهرات ———— محمد صديق لاهوري

## شيعن جا كتاب

۱- اصول كافي ———— يعقوب كليني
۲- فروع كافي ———— يعقوب كليني
۳- جلاءُ العيون ———— ملاباقر مجلسي
۴- كشف الغمة ———— علي بن عيسيٰ اربيلي
۵- الانوار النعمانية ———— نعمت الله جزائري
۶- تهذيب الاحكام ———— ابوجعفر طوسي
۷- منتهي الآمال ———— عباس قمي
۸- تاريخ يعقوبي ———— احمدبن ابي يعقوب
۹- حياة القلوب ———— ملا باقر مجلسي
۱۰- منتهي المقال ———— علامہ ابو علي
۱۱- نهج البلاغه ———— حضرت عليء ڏانهن منسوب خطاب
مرتب: شيخ شريف رضي
۱۲- تنقيح المقال ———— عبدالله مامقاني
۱۳- كتاب الامالي ———— شيخ صدوق
۱۴- كتاب الخصائل ———— شيخ صدوق
۱۵- تفسير مجمع البيان ———— الفضل طبرسي
۱۶- ترجمه مقبول ———— مقبول احمد دهلوي

www.maktabah.org

مصنف جو ناميارو تفسير

# احسن البيان في تفسير القرآن

(جلد ٢)

صفحه ٧٤٠

سنڌي ٻوليءَ ۾ علم فهم ۽ آسان تفسير اسلام جي فڪر سان ٺهڪندڙ، مستند ۽ معتبر تفسيرن جي حوالن سان سينگاريل تفسير الله جل شانه جي پيغام جي سهڻي

## سنڌيءَ ٻوليءَ ۾

تشريح:

ست سؤ چاليهن صفحن تي سورة آلعمران ۽ سورة النساء جي سمجهاڻي تي مشتمل تفسير جنهن جو هر مسلمان ڀاءُ ۽ ڀيڻ جي مطالعي ۾ هجڻ نهايت ضروري آهي.

ڇپائيندڙ

ادارہ خدمة القرآن والسنة

مدرسه عربيه جامعه محمديه

شاهپور جهانيان ضلع نواب شاه سنڌ

www.maktabah.org

# مصنف جا ڪجھ ٻيا محبوب ڪتاب

١- الله جو احسان شرح قصيده نعمان
٢- الدولة الكبريٰ شرح اسماء الله الحسنيٰ
٣- احسن التشريح لبردة المديح

يعني

(قصيدي برده جو سنڌي ۾ شرح)

٤- سيرت بادشاھ بغدادي
٥- التحفة المرضية شرح القصيدة الغوثية
٦- مناقب الصالحين
٧- الاربعين في فضائل الخلفاء الراشدين (رضي الله عنهم)
٨- قادري تحفہ
٩- مومنن جي ماءُ حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها
١٠- احسن البيان في تفسير القرآن
١١- التحرير المقبول في اخبار اولادِ الرسول
١٢- سيرت سيدنا اويس قرني رضي الله عنہ
١٣- جامع تصوف
١٤- (ترجمو) مدح نامہ سنڌ
١٥- احسن التحقيق في سيرت الصديق رضي الله تعاليٰ عنہ


بهترين طباعت ۽ مناسب قيمتن تي هيئين
پتي تان گهرايو يا هٿو هٿ خريد ڪريو.

مدرسہ جامعہ محمديہ

شاهپور جهانيان- ضلع نوابشاھ سنڌ.

